# بکيون

تنوير عباسي

# بلنديون

(ناول)

نجم عباسي



نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد، سنڌ.
1984ع

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو اٺونجاهون ڪتاب

ڇپائيندڙ — نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد، سنڌ.

ڇپيندڙ — نيو فيمس پرنٽنگ پريس
هوم اسٽيڊ هال چاڙهي، حيدرآباد، سنڌ.

پهريون ايڊيشن — آڪٽوبر 1984ع

قيمت 12/- رپيا



---

Novel: "BULANDYOON" Written by NAJAM ABBASI. Published by New Fields Publications, Tando Wali Mohammed Hyderabad Sind. Pakistan. First Edition October 1984. Price per copy Rs. 12/-

سرويچياڻي ٻختاور هارياڻيءَ جي نالي.

## نجم عباسيءَ جا ڇپيل ڪتاب

| | |
|---|---|
| ١. طوفان جي تمنا (ٻه ڇاپا) | ١٩٦٩ |
| ٢. پٿر تي ليڪو | ١٩٧٣ |
| ٣. ڪارڙهو لالٽين (ٻه ڇاپا) | ١٩٧٤ |
| ٤. جيڪي منهنجي من ۾ آهي | ١٩٧٧ |
| ٥. ناچڻي | ١٩٧٨ |
| ٦. اينڊو سور سهي | ١٩٧٨ |
| ٧. مون پڻ ڪاٻو هو | ١٩٧٩ |
| ٨. ڏنم ائي ڏنل | ١٩٨٠ |
| ٩. رشتا ناتا | ١٩٨١ |
| ١٠. اڪيلا نه آهيون | ١٩٨٢ |
| ١١. سورج هوندي مرجهايل | ١٩٨٢ |
| ١٢. للڪار | ١٩٨٣ |
| ١٣. ٻهاڙن ۾ پڪار | ١٩٨٤ |
| ١٤. پيار ڪهاڻي | ١٩٨٤ |
| ١٥. بلنديون | ١٩٨٤ |

# منهنجو پندرهون ڪتاب

تازو هڪ ساهتڪار سائيءَ چيو ته سنڌيءَ ۾ ناولن جي اڻاٺ
پوري ڪرڻ لاءِ، هر هڪ سنڌي ڪهاڻيڪار کي پڪو پهه
ڪرڻ کپي ته هو گهٽ ۾ گهٽ هڪڙو سنڌي ناول لکندو.
سال ۱۹۷۹ شروع ٿيڻ سان مون کي خيال پيدا ٿيو ته هي
سال مان پنهنجي لاءِ ”ناول جو سال“ مقرر ڪريان ٿو،
۽ هر حال ۾ هن سال هڪڙو ناول ضرور لکندس. پوءِ هي
ناول، مون ۲- مارچ ۱۹۷۹ تي لکڻ شروع ڪيو، ۽ ۲۱-
مئي ۱۹۷۹ تي پورو ڪيم.

ضروري ناهي ته اڳ ۾ لکيل ڪتاب اڳ ۾ ڇپجي.
هن ناول کان پوءِ منهنجو لکيل ناول ”پيار ڪهاڻي“ پهرين
ڇپجي ويو. جي منهنجو هي ناول بروقت ڇپجي ها ته ڪن
واقعن جي اڳڪٿيءَ جو ڏيک ڏئي ها.

مون هي ناول، ناول کي اهو سمجهي لکيو آهي ته
ننڍي ڪهاڻي ۽ ناول ۾ فرق فقط ننڍائي وڏائي ۽ ٿورائي گهڻائيءَ
جو آهي: ڪهاڻي ۾ هڪڙو مکيه واقعو ٿيندو آهي ۽ ناول
۾ ڪيترائي، ڪهاڻيءَ ۾ هڪڙو خاص ڪردار هوندو آهي
۽ ناول ۾ ڪيترائي، ڪهاڻيءَ ۾ جيون جو هڪڙو پهلو
بحث هيٺ ايندو آهي ۽ ناول ۾ ڪيترائي، ڪهاڻيءَ ۾
هڪڙي مسئلي: پنگتي، راڄنيتي يا ٻئي قسم کي ڪٿبو آهي
۽ ناول ۾ ڪيترن ئي مسئلن جو وجود موجود هوندو آهي.

ناول ۾ هڪڙي مرڪزي ڪهاڻي هوندي ٻه ڳهيون ننڍيون ڪهاڻيون هونديون آهن.

هن ناول ۾ انقلاب جي وڻ جي مکڙين جي ڪهاڻي آهي. مکڙي نه ڪومائبي آهي. گل نيٺ ڪومائبو آهي. پنهنجي طبعي انتها کي پهچي گل ضرور ڪومائبو آهي. پر مکڙي نه ڪومائبي آهي. اها پنهنجي طبعي انتها تي پهچي به گل ٿي پوندي آهي. مکڙي رواجي حالتن ۾ نه ڪومائبي آهي. اها ڪومائبي تڏهن آهي، جڏهن ان کي اوسر لاءِ گهربل حالتن کان وانجهو ڪيو ويندو آهي.

هن ناول جا خاص ڪردار مکڙيءَ وانگر نوجوان، صحتمند ۽ سگهارا آهن؛ مکڙيءَ وانگر زندگيءَ ۽ خوشبوءِ سان پرپور، قدرت جي طاقتن سان پرپل ۽ طوفان بنجڻ لاءِ تيار. هڪڙي ڪردار جو ته نالو ئي مکڙي آهي. هي سڀ انقلاب جي وڻ جون مکڙيون آهن.

ڪهاڻيءَ تي سرو ڏيڻ يا ڪتاب تي نالو رکڻ، منهنجي لاءِ سدائين مسئلو بڻي رهيو آهي. مان ڪهاڻي شروع ڪرڻ کان اڳ ان جو سرو ڏئي نه سگهندو آهيان. ڪهاڻي پوري ڪرڻ کان پوءِ ان جو سرو مقرر ڪرڻ واسطي گهڻو سوچ ويچار ڪرڻو پوندو اٿم. ڪيترن حالتن ۾ اهو سرو قبول ڪرائيندو رهندو آهيان. هن ناول جو پهريون "مکڙيون" نالو رکيم، پوءِ "اينديڙ ويهه سال" ۽ اڃا به پوءِ "پڙ ۾ پهلوان آيا". ڪن انٽرويوز ۽ اشتهارن ۾ به اهي نالا بڻي چاڙهيم. پڇاڙيءَ ۾ "بلنديون" نالو چونڊيم.

نيو فيلڊس پبليڪيشنس ادارو هر قسم جا سنڌي ڪتاب ڇپائي رهيو آهي. خوشيءَ جي ڳالهه آهي ته هي ادارو سنڌي ناولن ڇپرائڻ تي به جوڳو ڌيان ڏئي رهيو آهي ۽ سنڌي ليکڪن کي ناول لکڻ تي همٿائي رهيو آهي.

هن ناول جو مسودو پنهنجي ڪن ساهتڪار سائين کي پڙهايو هوم. هنن جي صلاح تي مون ڪجهه درستيون به ڪيون.

سنڌي ڪهاڻيءَ فن توڙي معيار جي خيال کان بلنديون ڇهيون آهن، ۽ ڳاڻاٽي ۾ به گهٽ نه آهي. باقي سنڌي ناولن جي وڏي کوٽ آهي.

هن دور ۾ ناولن جي وڏي اهميت ٿي وئي آهي. اسان جي سماج کي ناول جي اڃا به سرس گهرج آهي. ناول ۾ ڪو به پنگتي، راڄنيتي يا جيون جو ڪهڙو به مسئلو بنياد کان بلندين تائين بحث هيٺ آڻي سگهجي ٿو ۽ ان جو ڇيد ۽ ڇنڊڇاڻ ڪري سگهجي ٿي. اهڙي طرح ان باري ۾ پڙهندڙ جي ذهن ۾ ويچار صاف، چٽا ۽ پختا وهاري سگهجن ٿا ۽ عمل جي چاهي ڏئي سگهجي ٿي. لکندڙ کي لکڻ جو ويڪرو ۽ آجو ميدان ملي وڃي ٿو. هو ان ناول جي مرڪزي موضوع تي، جو ڪجهه هن جي من ۽ ذهن ۾ آهي، سو پني تي وٺي سگهي ٿو. ننڍي ڪهاڻيءَ ۾ لکندڙ کي محدود ميدان ملي ٿو.

ناول لکڻ لاءِ اسان وٽ ڪي مشڪل آهن. ناول لکڻ

وقت گهري ٿو، جڏهن ماڻهو لاڳيتو ۽ بنا رنڊڪ لکندو رهي. اسان وٽ ڪل وقتي ليکڪ نه آهن، ۽ نه ليکڪ روزگار طور لکڻ جي ڪرت اختيار ڪري سگهي ٿو. گذران لاءِ ٻيو ڌنڌو ڌاڙي ڪرڻ سان گڏ، ناول لکڻ ڏکيو ٿيو پوي. اڙدوءَ جا گهڻا ناول، عورت ليکڪائن لکيا آهن. دولتمندن جون زالون گهر جي ڪم ڪار کان ڇٽل هونديون آهن ۽ واندڪائيءَ ڪري، هنن کي لاڳيتو لکڻ جو پورو پورو وجهه هوندو آهي. ٻيو مشڪل آهي ناول ڇپجڻ جو. ڪهاڻي ننڍي ماپ جي هجڻ ڪري، ڪنهن نه ڪنهن نموني اخبار يا رسالي ۾ ڇپجي وڃي ٿي. پر ناول ائين نٿو ڇپجي. ان لاءِ پڪا پختا پبلشر کپن. اها ڪوٽ ڪنهن حد تائين پورجي وئي آهي. اسان وٽ ڪي پڪا پختا پبلشر پيدا ٿيا آهن.

مون کي خوشي آهي ته هن سال اندر، بلڪ ٿن مهنن اندر، منهنجا ٻه ناول ڇپيا آهن.... جيئي سنڌ!


٩٥- بي، يونٽ نمبر ٢
لطيف آباد، حيدرآباد سنڌ.

نجم عباسي—

٢٥- آگسٽ ١٩٨٤

# اداري طرفان

هي ڪتاب **ايراني ڪردن** سان ٿيندڙ ظلم زبردستي، هنن جي انهيءَ ڏمر ڏاڍ خلاف لاڳيتي جدوجهد ۽ انهيءَ جي نتيجي ۾ حاصل ٿيندڙ ڪن ڪاميابين جي بنياد تي ٻڌل هڪ دلچسپ فڪرانگيز ۽ اثرائتو ناول آهي جو نجم عباسي صاحب ڏاڍي ڪاريگريءَ سان بيحد وڻندڙ پيرائي ۾ لکيو آهي.

**ايراني ڪردن** ۾ اسان جو ڇا وڃي؟ حقيقت هيءَ آهي ته ظلم زورآوري دنيا جي ڪنهن به حصي ۾ ڪنهن به دور ۾ ڪنهن به انساني آباديءَ سان ٿئي اهو اصل ۾ سڄي ئي انساني برادري جو مسئلو ۽ معاملو آهي ڇاڪاڻ ته انسان نسل جي لحاظ کان هڪ ئي برادري آهي. جيئن اسين دنيا جي ڪنهن به حصي جي ترقي ۽ خوشحالي جا احوال ان ڪري پڙهندا آهيون ته ڏسون ته هو انهيءَ معراج تي ڪهڙن وسيلن سان پهتا ٿيئن اسين هين جي ڏک درد ۽ جدوجهد جا قصا به ان ڪري پڙهندا آهيون ته انهن جا سبب ۽ انهن جا نتيجا معلوم ٿين. باشعور ماڻهو هميشه پنهنجا ڏک توڙي سک ٻين جي ڏکن سکن جي حوالي سان ڏسندو آهي ۽ ٻين جا ڏک سک پنهنجن ڏکن سکن جي حوالي سان جاچيندو آهي. هڪڙن جا تجربا ٻين لاءِ ڪارائتا ثابت ٿيندا آهن.

ڪرد گذريل اٽڪل هڪ صديءَ کان سڄي دنيا ۽ خاص ڪري وچ اوڀر لاءِ ڏاڍي دلچسپيءَ ۽ ڌيان جو مرڪز رهيا آهن، هنن جنهن عزم ۽ ارادي سان پرمارت توڙي پنهنجن گهريلو دشمنن کي منهن ڏنو آهي تنهن انساني تاريخ ۾ ڏاڍا دلچسپ ۽ حيرت ۾ وجهندڙ مثال قائم ڪيا آهن.

هن ناول جي خوبي هيءَ آهي ته انهيءَ جدوجهد جو احوال محض هڪ رپورتاژ جي شڪل ۾ نه لکيو ويو آهي بلڪ هڪ دلچسپ فنتاسي جي شڪل ۾ رچيو ويو آهي جنهن مان معلومات به ملي ٿي ۽ تاريخ جي هڪ دلچسپ پهلوءَ تان به پردو کڄي ٿو. ويتر جو ماڻهن ۽ هنڌن جي مقامي نالن سان سليس ٻولي ۽ 'پنهنجي' انداز ۾ لکيو ويو آهي ته پڙهندڙ کي هڪ گهڙي لاءِ به اهو احساس نه ٿيندو ته هو ڪنهن ڌاري ۽ پراهين قوم جا ۽ ڪنهن غيرعلائقي جا حالات پيو پڙهي. ناول جي انهيءَ ئي خوبيءَ سبب اسان پنهنجن مهربان پڙهندڙن لاءِ ان کي شائع ڪرڻ مناسب سمجهيو.

اسين فلسطين، اريٿيريا، نميبيا، افغانستان توڙي آئرلينڊ جي جدوجهد آزادي جا احوال پڙهون ٿا ۽ هنن جي حمايت ڪريون ٿا ته ڪرد قبائل جي ساڳي ئي مقصد لاءِ جاکوڙ ۽ جدوجهد جي حقيقتن کان ڇو بيخبر رهون؟ بلڪ آزادي ۽ خودمختاري جي انهن ئي متوالن جي احوالن کان اسين تمام گهٽ واقف آهيون. انهيءَ ڪري اميد اٿئون ته هي ڪتاب هڪ نئين دلچسپ ۽ معلوماتي شئي ثابت ٿيندو ■

# هن قصي جو پس منظر

ڪردستان، ايران جو هڪ پرڳڻو آهي . ڪرد ، اتي جا رهاڪو آهن. هو ايرانين جي ڀيٽ ۾ پتڪڙي قومي ٽورائي آهن. صدين کان وٺي پنهنجي الڳ قوميت جي بنياد تي، ڪردن قومي غلاميءَ کان ڇوٽڪارو پائڻ جا جتن پئي ڪيا آهن. هڪ سئو سالن کان هو باقاعدي علائقائي خود مختياريءَ لاءِ جاکوڙ ڪندا ٿا اچن. ان مطالبي تي ايران جي شهنشاهن، هنن تي جيڪي ظلم ۽ قهر ڪيا، تن جو داستان، الف ليلا جي داستان کان گهٽ ڏکو آهي. پر هنن جي جنگ ۽ جاکوڙ جاري رهي. شهنشاهيت جي خاتمي جو دور آيو ته هنن کي پنهنجي آجائيءَ جون اميدون جاڳيون. پر هنن تي جڪڙ ۽ پڪڙ سرس ٿيري ٿي وئي. هنن تي ڏمر، ڏاڍ ۽ ڌهڪاءَ جو نئون طوفان آيو آهي ۽ سوين هزارين ڪرد قاسين، گولين ۽ گولن جو کاڄ بنجي ويا آهن. پر هنن جون وکون پوئتي نه هٽيون آهن، ۽ هو اڄ به آزاديءَ جي بلندين جي واٽن جا واٽهڙو آهن. هن هلچل جي خاص ڳالهه اها آهي ته ڪرد عورتن ان ۾ ڀرپور ڀرو پئي ورتو آهي. ايتري سياسي سجاڳي عام طرح مسلمان عورتن ۾ نظر نه ايندي. ڪرد محنتي ۽ دلير قوم آهي ۽ هٿيار کي مرد جو زيور سمجهندا آهن.

ڪردستان گهڻو تڻو ٻهاڙي علائقو آهي، پر ان جي ماٿري، جتان ديالا نهر وهي ٿي، سا سرسبز ۽ آباد آهي. اتي کيت ۽ باغ آهن. ٻهراڙيءَ ۾ ماڻهن جو ڌنڌو کيتي ٻاڙي ۽ رڍون ٻڪريون چارڻ آهي. پر ڳڻي جو وڏو شهر ۽ گاديءَ جو هنڌ سننداج آهي. ماڻهو ڪرد ٻولي ڳالهائيندا آهن.

ڪرد، قومي جنگ ۾ ڀرپور نموني وڙهي رهيا آهن، پر ان جنگ ۾ هنن جا اندروني طبقاتي تضاد، راهه جي رنڊڪ بڻجن ٿا. هو اڃا قبائلي دور ۾ آهن. سردارن جو غلبو آهي ۽ وڏيرڪو راڄ آهي. ڪجهه وقت کان هو طبقاتي تحريڪ به هلائي رهيا آهن، ان ڪري پورهيت ۽ پرمار طبقي وچ ۾ سخت چڪتاڻ لڳي رهي ٿي.

هن ناول ۾ ماحول ۽ نالا ديسي استعمال ڪيا ويا آهن، جيئن پڙهندڙ کي سمجهڻ ۾ سهنجائي ٿئي.

---

هي ايران جي ڪردستان علائقي جي سدا سائي ماڙي آهي. هتي جون ٻنيون ڏاڍيون زرخيز آهن، ۽ ڪڻڪ جو سون، ڪپهه جي چاندي ۽ ميوي جا سانارا اپائينديون آهن. هتان ديالا نهر وهي ٿي. هتي جا رهاڪو، ڪنهن ڇوڪريءَ جي سونهن ۽ جوڀن جي انتها لاءِ چوندا آهن ته هن جي جواني ائين ڀرپور آهي، جيئن ديالا نهر ساوڻ جي مند ۾. هن ماڙيءَ جي ٻنين جي وچان، هڪ پيچري تان هلندي مانجهي سچي واٽ وڏيري، وڏيري جي پٽ، پنهنجي پيءُ ماءُ، ڀوڻاين ۽ سڀ کان سرس مڪڙيءَ جي باري ۾ سوچيندو رهيو ته هو اڄ مون سان ڪهڙي نموني پيش ايندا؟

هو ٻن سالن کان پوءِ پنهنجي گهر موٽي رهيو هو.

ڳوٺ ٻاهران سرنهه جي وڻ تي نظر پوڻ سان سندس منهن تي پاڻمرادو مرڪ ڇانئجي وئي. بهار جي سندرتا پنهنجي جوڀن تي هئي.

هتي ان مند جا ٻيا اهڃاڻ ته نه به هوندا هئا، پر ڪوهه واري هن سرنهه جي وڻ تي نظر پوڻ سان ئي محسوس ٿيندو هو ته بهار اچي وئي آهي. مانجهي ته هن وڻ کي جوڀن ۾ ڏسي ٽڙي پوندو هو. هن جون هن وڻ سان جيون جون بهترين گهڙيون ڳنڍيل هيون.

جنوري ۽ فيبروريءَ ۾ ٻن سڱڻ لڳندا هئا. انهن جو رنگ سائي مان پيلو، پورو ۽ ناسي تي پوندو هو. اهي ڇڻڻ لڳندا هئا. ڏانديون به هيٺ ڪرڻ لڳنديون هيون. ٽاريون

گنجيون تي ويندڙ ويندڙ هيون. سڄو وڻ گنجو ٿي ويندو هو. پوءِ ان ۾ گنڀيچ ڦٽڻ لڳندا هئا. ننڍڙا ننڍڙا، نازڪڙا نازڪڙا، ساوڙا ساوڙا گنڀيچ. انهن مان پن اپرندا هئا، ڏانديون نڪرنديون هيون ۽ گل ڦٽندا هئا.

هاڻي مارچ جي پڇاڙي آهي. وڻ پوريءَ طرح سائو ويس ڍڪي چڏيو آهي، جنهن جي وچ ۾ پيلا گل آهن. گل اهڙا لڳي رهيا آهن جهڙا ڪپهه جا پيلا ڦڙا. گلن جو سڳنڌ اهڙو، جو ماڻهو پاڻمرادو ڊگها ڊگها ساهه کڻي، گهڻي کان گهڻي سرهاڻ ۽ تازگي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري. گل ڇڻندا رهن ٿا ۽ ان جي ڇانو هيٺ ايندڙ تي گلن جي ورکا ٿيندي رهي ٿي. هزارن جي تعداد ۾ ڍهاڙي گل ڪرن ٿا. سڄو پٽ هنن گلن سان ڍڪجي ويو آهي. صبح جو انهن مٿان اگهاڙن پيرن سان پسار ڪندي، گلن جي ٽڏاڻ ۽ بخمل واريءَ نرميءَ سان ڌاندورن جي مليل سختي ڏاڍي فرحتي ڪتڪتائيءَ جو احساس ڏياريندي آهي.



پر مانجهيءَ جي ڪهاڻيءَ جي شروعات هڪ ٻئي وڻ کان شروع ٿي. اهو هو ٻير جو وڻ، جو هن جي گهر جي اڱڻ ۾ بيٺل هو. هي وڻ پڻ بهار جي منڊ ۾ ڦرندو هو. مارچ مهيني ۾ سڄو وڻ ٻيرن سان جهنجهيل نظر ايندو هو. هڪ ئي وقت جدا جدا رنگن جا ٻير هوندا هئا. ڪي ساوا، ڪي پيلا، ڪي ڀورا، ڪي ناسي، ڪي سونهري، ڪي ڳاڙها. هي رنگ برنگي ٻير نظرن کي ڏاڍو پيارا لڳندا هئا، جنن

ڪنهن وڻ ۾ لڳل بجليءَ جا ٻرندڙ رنگارنگي مرچ.

جڏهن ٻير پچڻ لڳندا هئا، تڏهن پڪل ٻير پاڻهي پٽ تي ڪرندا هئا. انهن ڏينهن ۾ وڻ تي چتون ۽ نوريئڙا خاص طرح نظر ايندا هئا، جي ٻير ڪائيندا هئا، ۽ پٽ تي ڪوڪڙا ۽ ٽڪيل يا اڌ کاڌل ٻير ڪيرائيندا هئا.

گهڻو ڪري رات جو هوا تيز لڳندي هئي. ان ڪري صبح تائين ڪيترائي ڪريل ٻير ڪنا تي ويندا هئا. جڏهن مانجهي ننڍو هو، تڏهن، ننڍ مان اٿڻ سان، وڃي پنهنجيءَ ٻير جا ٻير ميڙي پنهنجي چولي جي جهولي ڀريندو هو.

هڪ صبح جو، جڏهن هن کي سجاڳي ٿي چڪي هئي، پر اڃا هنڌ ۾ ليٽيو پيو هو ته هن آواز ٻڌو:

”ماسي! مان ٿورا ٻير ميڙيان.“

”ها ها، ڌيءُ، جيترا وڻني اوترا ڪٺي وڃ.“

مانجهي هڪدم ٽپو ڏئي اٿي ڪڙو ٽپو ۽ اکيون مهٽيندو اڇي ماءُ وٽ پهتو. سامهون بيٺل ڇوڪريءَ کي هن سڃاتو هو، مکڙي هئي ۽ پاڙي ۾ ئي رهندي هئي.

مانجهيءَ رڙ ڪري چيو، ”نه، ٻير منهنجا آهن، مان ڪنهن نه ڏيندس.“

”پٽڙا، ڀلي ٿورا ڪٺي وڃي. گهڻا آهن. ايترا سڀ تون ٿورئي کائي سگهندو آهين.“ ماءُ چيو.

هيءَ ننڍڙي، سانجهڙي ۽ سهڻي نينگري هڪ هنڌ بيهي رهي هئي. هوءَ هيسجي وئي هئي. هن جي معصوم نيڻن ۾ نااميديءَ ۽ ويچارپ جا پاڇا مڙي آيا هئا.

”چڱو ڀلا، آهن ته تنهنجا، پوءِ تون پاڻ پنهنجي هٿن سان جيترا وٺي اوترا ميڙي ڏيندس. نياڻيءَ کي نه موٽائبو آهي.“ ماءُ چيو.

”هنن جي پنهنجي گهر ۾ جو ٻير جـو وڻ آهي، پوءِ اسان جا ڇو ٿي گهري؟“ مانجهيءَ اعتراض ڪيو.

”اهي ته ڪٽا ڪِرڻ آهن،“ مکڙيءَ ڀڻڪيون ڀري مانجهيءَ سان ڳالهايو.

”ڀلا چـاچا سليمان جي گهر ۾ به تـه وڏي ٻير آهي. انهن کان ڇو نه ٿي وٺين؟“

”ان ٻير جا ٻير ته ننڍي گهٽ آهن. هڪڙو ڪاءُ ته ننڍي ونجيو وڃي. پر تنهنجي ٻير جا ٻير مٺاجهڙا مصري ڪالهه ماسيءَ اسان جي گهر موڪليا هئا. مون کي ته ڏاڍا وڻيا. الاهي ڪاڻي وڃي.“

اها ڳالهه ٻڌي، مانجهيءَ جي منهن تي مرڪ پکڙجي وئي. هن اوچي ڳاٽ سان پنهنجي ٻير جـي وڻ تي نگاهه وڌي، جتي ساون پنن جي وچ ۾ رنگارنگي ٻير جهرمر لايو بيٺا هئا.

”اڄ ته توکي سڀ ٻير تو ميڙي ڏيان.“ مانجهي راضي ٿي ويو.

مکڙيءَ جو مکڙو خوشيءَ کان ٽڙي ڳاڙهن ٻيرن جهڙو ٿي پيو.

پوءِ ٻئي گڏجي، ٻير ميڙڻ لڳا. مانجهي به منهون ڀري ڀري، مکڙيءَ جـي چولي جـي جهوليءَ ۾ وجهندو ويـو.

ساڳئي وقت هو ڳالهيون به ڪندا رهيا. پير ميڙن ڪان پوء هو ٻنديءَ تي وچي ويٺا. هو پير به ڪائيندا رهيا ۽ ڳالهيون به ڪندا رهيا: پنهنجي ٻڪرين جون، چيلن جون، ڳابن جون، ڀاڏن جون، ۽ پين ٻارن جون.

ٻچاڙيءَ ۾ باقي رهول پير، مانجهيءَ مکڙيءَ کي ڏيندي، چيو:

”هان، هي پنهنجي گهر کٺي وڃ! روز اچي، پير ميڙي ويندي ڪج!“

ان وقت مانجهيءَ جي عمر ست سال هئي ۽ مکڙي هن کان سال ڏيڍ ننڍي هئي.

پوء مکڙي ڏهاڙي اچڻ لڳي. مانجهيءَ جو پيءُ ٻانگ مهل ڏاند ڇوڙي ٻنيءَ ڏي نڪري ويندو هو. مانجهيءَ جي ماءُ به ساڳئي وقت اٿي، جنڊ پيهندي هئي. جنهن وقت وڻن ۾ جهرڪيون چيئون چيئون، ڳيرا گهگهو گهو گهگهو گهو ۽ ڪانو ڪان ڪان ڪندا هئا، تڏهن هوءَ جنڊ ڇڏي، ڏڌ ولوڙڻ ويهندي هئي ته مکڙي به اچي چوندي هئي:

”ماسي، مان اچي وئي آهيان.“

”ڀلي ڪري آئينءَ ٻچڙي!“ مانجهيءَ جي ماءُ مرڪي ورائيندي هئي.

اتي مانجهي به هنڌ ڇڏي هليو ايندو هو. پوء هي ٻئي ٻار پنهنجي ڳالهڙين، راندڙين ۽ پورن ميڙڻ ۾ جنبي ويندا هئا. هنن جي دوستي پڪي ٿيندي وئي. ڏينهن جو ڪيچ حصو گڏ ڪيڏندا ڏسبا هئا.

ڳاڙهن ٻيرن جي رُت ختم ٿيڻ کان پوءِ ٻيءَ هو ڳڌ رانديون ۽ رهاڻيون ڪندا رهيا.

وري ٻيرن جي مند آئي ته هنن جون مشغوليون وڌي ويون. ان کان پوءِ جيڪي ٻه ٻيرن جون مندون آيون، هنن جي مصروفيتن ۾ واڌارو اچي ويو. هاڻي هو هن ٻير جي وڻ جي ڏاڍي سنڀال ڪندا هئا. وڻ جي پاڙ جي چوڌاري چلهو ٺاهيو هئائون. ان جي ٿُڙن چوٽين ڏينهن کرپيءَ سان ڳڌ ڪندا هئا، ان ۾ ڇيڻن ۽ ڦولهڙين جو پاڻ وجهندا هئا، ۽ ڏول ڀري پاڻي ته ڏهاڙي پيا ڏيندا هئا. وڻ تي وهندڙ طوطن، ٻين پکين ۽ نوريئڙن کي پڇاڙي ڪيڏندا هئا.

وڻ جي هيٺان چڱيءَ طرح صفائي ڪندا هئا. اتي ککن، پنن، ڪنڊن، ڦولهڙين، ڇيڻن، پکين جي ٻڻين، کوکڙن ۽ مٽيءَ جو گند ڪٺو ٿيندو رهندو هو. هي روز اتي ٻهارو ڏيئي، ٻٽ صاف رکندا هئا. ان ڪري ڪرندڙ ٻير به ميرا ڪونه ٿيندا هئا. اتي هنن روز روز ڇٽڪار ڪري، زمين پڪي بنائي ڇڏي هئي. هڪ هنڌ سرن ۽ چيڪي مٽيءَ سان هڪڙي ٿلهي پڻ بنائي هئائون. ان تي ٻير جي ڇانوَ ۾ ويهي هو رهاڻيون ڪندا هئا ۽ ٽونڊين ڪيڏندا هئا.

هنن جي ”گڏيل محنت“ جو نتيجو سٺو نڪتو هو. وڻ ۾ ڏاڍو ٻور ٿيندو هو ۽ اهو ڏاڍو ڦر جهليندو هو. اڳئين جي ڀيٽ ۾ هاڻي ٻير ٻيڻا ٽيڻا ٿيندا هئا. اڳئين کان وڏا به ٿيندا هئا ۽ وڌيڪ ڪردار ۽ مٺا به. اڳي ائين ٿيندو هو جو هڪ وڻ هڪ سال ۾ جهجهو ڦر جهليندو هو ته ٻئي سال

گهٽ. پر هاڻي هرسال ان ۾ ڏاڍا ٻير ٿيندا هئا.

ٻڪل ٻيرن جي موسم ۾، مانجهي مٿي وڻ تي چڙهي ويندو هو، ۽ ڏار لوڏيندو ويندو هو. ٻير وڏ ڳڙي مينهن وانگر زمين تي ڪرڻ لڳندا هئا ۽ مڪڙي خوشيءَ مان رڙيون ڪندي ميڙيندي ويندي هئي. مٿي وڻ تي چڙهندي مانجهيءَ کي ڪنڊا لڳندا هئا، جنهن ڪري هن جي بدن تي رهڙون پئجي وينديون هيون ۽ ڪڏهن انهن رهڙن مان رت جا ڦڙا به نڪري ايندا هئا. هيٺ لهندو هو ته مڪڙي انهن زخمن تي هٿڙا گهمائيندي هئي، هن کان وري وري پڇندي هئي ته سور ته ڪونهي، ۽ تيل ڪڻي اچي انهن رهڙن تي لڳائيندي هئي.

ٻيرن جا ته ڏهاڙي جهول لهندا هئا. هي ٻار پنهنجي پنهنجي گهر جون ضرورتون پوريون ڪندا هئا ته به ميلڪ بچي پوندا هئا پوءِ هو اهي پنهنجن سنگتين، ساهيڙين ۽ ٻين ٻارن کي کارائيندا هئا. وڏن کي پڻ وَٽَ ڪرائيندا هئا. ڪيترن گهرن ۾ ٻنان گهرڻ جي هي ٻيرن جون ٻنڊيون ٻري وچي سوکڙي ڪري ڏيندا هئا. هنن جا ٻير ڏاڍا مشهور ٿي ويا هئا ۽ ماڻهو هي چڏي جيڏا وڏا، ڳاڙها ڳٿول، خوشبودار ۽ مٺا مصري ٻير کائي بيحد خوش ٿيندا هئا ۽ هنن ٻارن کي دل سان دعائون ڪندا هئا.

مانجهي ۽ مڪڙي ”ڏيڻ ۾ مزو“ محسوس ڪندا هئا. هنن کي ٻين کي ”ڏيڻ“ ۾ هڪ نئين، نرالي ۽ بي انت خوشي محسوس ٿيندي هئي. جڏهن هو ٻين کي ڳاڙها ۽

مٿا پير ڏيندا هئا، ۽ وڻندڙ جي چهري تي مرڪ، مهربانيءَ ۽ مسرت جا آثار پڌرا ٿيندا هئا يا هو لفظن ۾ اهڙو اظهار ڪندا هئا، ته هنن ٻارن جو خوشيءَ کان لڱ لڱ ٽڙي پوندو هو.

هڪ ڏينهن ماڻهو مانجهي، مڪڙيءَ کي چوڻ لڳو: "مون وٽ نه وڏيري جيترا ٻون ميٺهون ۽ ڪٺون هجن ته مان ڳوٺ جي انهن ماڻهن ۾ کير مفت ورهايان، جن وٽ پنهنجو ڪونهي، مان وڏيري وانگر نه کير وڪڻان ۽ نه ان مان ڏهيل گهران."

هڪڙي پيري مانجهي ۽ مڪڙي گهٽيءَ مان ٿي لنگهيا ته وڏيري جو پٽ لقمان گڏيـن. مڪڙيءَ وڌي وجي، هن کي پيرن جـي مـٽ ڏيندي نماڻائيءَ مـان چيو: "سائين، تون به هنن پيرن جي وَٽَ ڪر."

لقمان، چـڙ مان ٺهڪو ڪري، اهـي واپس هن جي منهن تي اڇلايا، ۽ هن جـي پيرن واري جهوليءَ کـي زور سان لت هڻندي چيائين:

"مان ڪو فقير آهيان."

لت لڳڻ ڪري نه رڳو پيرن جـي جهولي کلي پئي ۽ پير پٽ تي پکڙجي ويا، پر مڪڙيءَ کي به پيٽ تي زور وارو ڌڪ لڳو ۽ هوءَ بلائي کائي وجي هيٺ ڪري ۽ ساهه ڏي چڙهي ويس.

مانجهيءَ کي اهڙو جوش آيـو، جو هڪدم لقمان تي جلهه ڪري آيو. جيتوڻيڪ ٻئي نون ڏهن سالن جا ساڳيءَ عمر جا هئا، ۽ ڏسڻ ۾ لقمان وڌيڪ سگهارو هو، پر مانجهي

هن مٿان چڙهي ويو ۽ زمين تي ڪيرائي هن کي مڪون، ٺونشا ۽ لتون هڻڻ لڳو. هن کي چڱي ڦيھ ڪڍيائين.

ان وقت وڏيري جا ٻه نوڪر اچي لنگهيا. هنن لقمان کي ڇڏائي، اچي مانجهيءَ کي ورتو. ڏاڍي مار ڪڍيائونس. مٿان وري مانجهيءَ جو پيءُ اچي پهتو. جڏهن هن کي خبر پئي ته پٽس، وڏيري جي پٽ کي ماريو آهي ته هن به اچي پنهنجي پٽ کي پادر هڻڻ شروع ڪيا. اٽي مڪڙي به اٽي ڪڙي تي هئي ۽ مانجهيءَ جي پيءُ کي چنبڙي رڙيون ڪرڻ لڳي:

”چاچا، نه ماريوس... چاچا، هاڻي ڇڏيوس.“

مانجهي، ان مهل ته وڏيڪ ڪجهه ڪري ڪونه سگهيو پر هن جي اندر جي باھ نه اجهامي هئي. لقمان هن جي پياريءَ ساٿڻ تي هٿ کنيو هو، هن کي بي سبب ماريو هو ۽ اهو به خيال نه ڪيو هو ته هوءَ نماڻي نياڻي هئي.

چوٿين ڏينهن تي ڪوهه پرسان لقمان کي ڏٺائين ته شينهن وانگر هن تي هلان ڪري چڙهي آيو. دل ڀري هن جي مرمت ڪيائين. ان ڏينهن وڏيري، مانجهيءَ کي اوطاق تي گهرائي اچي لڪڻ سان ورتو. رتو رت ڪري ڇڏيائينس.

وري پنجين ڇهين ڏينهن تي، گهٽيءَ ۾ لقمان نظر آيس. هن کي ڏسندي ئي وري هن جي باھ ڀڙڪي اٿي. هن ڀيري به نوڪرن اچي هن کي ڇڏايو ۽ مانجهيءَ کي ٺڦا ٺوڪي ڪٺي. پوءِ ائين ڪيترائي لڱا ٿيو. مانجهي، لقمان کي وات ويندي مار ڏيندو هو، ۽ موٽ ۾ زميندار، نوڪرن

يا پنهنجي ڀيڻ جا ڪلا ڪاڙها پوندا هئس.

پر هاڻي، لقمان، مانجهيءَ کان ڪن هٽي لڳو هو. مانجهيءَ کي پري کان ئي ڏسندو هو ته لڪي پيا پڇي ويندو هو.



هڪ ڀيري وڏيري پنهنجي هڪ واٽر ڪورس جي ڪاٽي ٽي ڪٽائي. مانجهيءَ جي ڀيڻ کي پڻ بيگر لاءِ گهرايائين. هو سخت بيمار هو ۽ چرڻ پرڻ جهڙو ڪونه هو. ان ڪري وڃي ڪونه سگهيو. ٻئي ڏينهن وڏيري پنهنجي اوطاق تي گهرائي، هن ٻيل سرير کي اچي نيٽ جي لڪڻ سان ورتو. هو دانهون ۽ ڪوڪون ڪندو رهيو، پيران پير ۽ خدا رسول جا واسطا ڏئي رحم لاءِ ٻاڏائيندو رهيو. هارين جا هشام بيٺا هئا، پر ڪنهن کي به همت نه ٿي جو وڏيري جو هٿ روڪي، يا وات سان هن تي قياس ڪرڻ لاءِ به اکر ٻولي.

مانجهي، جو ان وقت ڏهن سالن جو هو، سو به هيءَ ماجرا ڏسي رهيو هو. هن کان رهيو نه ٿيو ۽ پاسي ۾ پيل هڪ جنب ڪڍي زور سان زميندار ڏي اڇلايائين، ساڳئي وقت رڙ ڪري چيائين:

”حرامي! بابا کي ڇو ٿو مارين!“

جنب وڃي وڏيري جي نرڙ تي لڳي ۽ چڱي زور سان لڳي. هن کان چرڪ نڪري ويو. اهو به ڏسي ورتائين ته اهو ڪنهن جو ڪارنامو آهي. هن جو پارو چڙهي ويو ۽ پيءُ کي ڇڏي پٽ تي جلهه ڪري آيو. معصوم ۾ سگهه

ڏي ڪيتري هئي. هڪڙي ڏي ڇهڪ سان ڍيري ٿي بيهوش ٿي پٽ تي ڪري پيو. پيءُ پنهنجي پيڙا وساري پٽ ڏي ڀڄو ۽ وڃي هن کي ڀاڪر ۾ ڪنيائين. وڏيرو هـاڻي پنهي تي لڪڻ جا سٽڪا وسائيندو رهيو. جڏهن ٻئي صفا بيهوش ٿي ڍيري ٿي پيا، تڏهن وڃي هن پنهنجو هٿ روڪيو.

ٻيرن جي منڊ ۾ مانجهي ۽ مکڙي گڏجي ٻير سڪائيندا به هئا. اهي هن طرح ته اس ۾ چادر وڇائي ان تي ٻير پکيڙي ڇڏيندا هئا. يا ڏاڪڻ ۾ ٻير پوئي، هار بنائي سڪڻ رکندا هئا. يا ڪانو ڪٽي، ان جـو وڇون پـوپو ڪيدي، ان جـي چيتين ۾ ٻير پوئي، اهي ٻيرن جا ڇڳا اس ۾ سڪائيندا هئا. اهي سڪل ٻيرهو اونهاري ۾ ڌورا ڌورا ڪري پياڪائيندا هئا.



جڏهن هو ٻارهن ٻارهن سـالن جا ۽ وڌيڪ سمجهدار ٿيا، ته ڪڏهن ڪڏهن هن قسم جي گفتگو به ڪندا هئا.

”هي ٻير جو وڻ اسان جو پنهنجو وڻ آهي، ۽ ان تي اسان ٻئي گڏجي ڪم ڪريون ٿا. اسان کي اها به پڪ آهي ته ان جي سچي پيدائش اسان ٻنهي جـي آهي. ٻيو ڪو به ان مان اڌ يا وڌيڪ اسان کان ڦري ڪونه ٿـو وڃي، ان ڪري به اسين دل جـان ۽ چاهه شوق سـان ان تي ڪم ڪريون ٿا. ان ڪري ٻيرن جي پيدائش ڪيتري نه وڏي آهي.“ مانجهيءَ چيو.

”اسان جا بابا چاچا شايد ان ڪري ڏي زمين تي ايتري محنت نه ٿا ڪن، جو فصل لهڻ ته ٿي، ٻنهيءَ وقت، وڏيرو

اڌ ٻڌي نہ ڪٽي پر لاپا لايون، خرچ ڪاپار، قرض اڌار بہ وصولي ڪري سڄي ٻار ميڙيو وڃي. هاريءَ جون ڪنديون ۽ ڪنڌڙا خاليءَ جا خالي رهجيو وڃن. هن واسطي ساڳيا ڏي گذران جا سور." مکڙيءَ چيو.

"منهنجي نہ بادشاهي هجي تہ مان حڪم ڪريان تہ زمين تي جو هر ڪيڙيندو، ان جي سڄي اپت هاري ڪندو. پوءِ توون ڏسنديءَ تہ جٽن اسان ٻچيل ٻير ٻن کي مفت ڏئي ڇڏيندا آهيون، تٽن هي هاري بہ پنهنجي گهرج کان وڌيڪ آن، ڳوٺ جي گهرجاڏو ماڻهن کي ڏئي ڇڏيندا."

"پر پوءِ اهي هاري پنهنجون ٻيون گهرجون ڪيئن پوريون ڪندا؟" مکڙيءَ پڇيو.

"ڳوٺ جي هنرمندن ۽ ڪاسبين کي هنن هارين وٽان جو ان مفت ملندو، تہ اهي پڻ هن جو پنهنجي هنر واري ڪم ڪرڻ جو اجورو ڪونہ وٺندا. مثال طور، ڏس، هاٿي بہ اڏمن آهي. سدوري حجم سان اسان جو آهت آهي. هو اسان جي گهر وارن جا وار ڪٽيندو ۽ سيرب لاهيندو رهندو آهي. ان لاءِ بروقت ڪجهہ ڪونہ وٺندو آهي، فقط ٻار تي لاپو ڏيندا آهيونس."

"پلا دنيا جا ٻيا ڪم ڪاريون آهن ۽ ڪپڙو لٽو ۽ ٻيون شيون بہ وٺيون پون ٿيون، سو جي آن اڏمن ورهائي ڇڏبو، تہ انهن ڪمن ۽ شين جو بلو ڪٿان ٿيندو؟"

"ڏس، جڏهن زمين جي ساري اپت اسان جي ٿيندي ۽ ڪنهن کي ٻٽي ڏيڻي نہ پوندي، تہ پوءِ پنهنجي ۽ آهت

وارن ۽ محتاجن جي ضرورت پوري ڪرڻ ڪان پوءِ به الاهي آن پاڇيءَ ۾ پوندو. اهو اسين شهرن ۾ وڪڻي، چڱو چوکو پيسو ڪمائي سگهون ٿا."

ان وقت گهوڙي جي هڻڪار ٻڌڻ ۾ آئي. هن ڏٺو ته، لوڙهي ٻاهران، گهٽيءَ مان وڏيرو لنگهي رهيو هو.

مکڙيءَ چيو "مان ڪر، اهڙيون ڳالهيون نه ڪر ته وڏيري جي ڪن نه پوني ته حڪم ڪندءَ ته توهان جا گهر به منهنجي زمين تي آهن، انڪري مونکي ٻيرن جي ٻٽئي ڏيو. پوءِ وٺو انهن کي پيسن تي وڪرو ڪندو، جئن پنهنجي باغ جا زيتون وڪڻندو آهي."

۽ ٻئي ڪاڻ لڳا.

ڳاڙهن ٻيرن جي مُرت اهندي هئي ته هي ٻير جو وڻ، ڪنوار وانگر سونگاريل نظر ايندو هو. سائي وڻي تي ٻيرن جا رنگ برنگي مٺيا لڏندا رهندا هئا. هائي بيشمار ٻير لهندا هئا. هائي هي وڻ سيني جو تـي ويـو هو. ڳوٺ جا هڙئي ماڻهو هـن وڻ جـي سنڀال ڪندا هئا: ان جـي ٻـاڙ ۾ گـڏ ڪيڏندا هئا، ان کي باقاعدي جهجهو پاڻ ۽ پاڻي ڏيندا هئا، سرءُ جي مند ۾ ان جون سڪل ۽ سڙيل ٽاريون ڇانگي، ان کي تازو توانو ڪري ڇڏيندا هئا، ٻير ٿيندا هئا ته نوريئڙن، چتن ۽ ٻين پکين کي هڪليندا رهندا هئا، وڻ جـي هيٺان واري زمين تي ڏهاڙي صفائي ۽ ڇڻڪار ڪندا هئا. منڍ ۾ مانجهي ۽ مکڙي ٻيرن جو وڏو حصو کڻندا هئا، ڇو ته هو ٻين کان ان وڻ تي وڌيڪ محنت ڪندا هئا ۽ ٻن کي هنن

ڪان گهٽ حصو ملندو هو، ڇاڪاڻ ته هو ان وڻ تي گهٽ پورهيو ڪندا هئا.

پر هاڻي سنڀال ۽ محنت ڪري، پيرن جي پيداوار تمام گهڻو وڌي وئي هئي ۽ بي انداز پير لهندا هئا. انڪري هر ڪوناڻو پنهنجي ضرورت آهر، پيرن جا جهول ڀري ڪٺي ويندو هو. ڪي مسڪين ماڻهو، جن کي ماني جو هڪ ويلو به مشڪل سان نصيب ٿيندو هو، سي هي ڪاڙها ڳڙول ۽ ڳردار پيرڪائي، ويلو ٽاري ڇڏيندا هئا.



وقت گذرندو ويو.

پوءِ اهڙو وقت آيو جو مڪڙيءَ جي ڇاتين جو پور، ڇا ڳري پيرن جيڏو ٿيو، پوءِ سنڌي پيرن جيڏو ٿيو، پوءِ مڪئي پيرن جيڏو ٿيو ۽ نيٺ ڇاتين جون ٻه نارنگيون چولي مان ڇتيون اپريل نظر آيون.

مانجهيءَ جي اندر ۾ نئين هلچل پيدا ٿي. مڪڙيءَ جي اندر ۾ نئين اٿل پٿل پيدا ٿي: هڪ ٻئي واسطي نئين ڇڪ، هڪ ٻئي واسطي نوان جذبا، هڪ ٻئي واسطي نئين ترڦ.

مانجهيءَ سان ڳالهائيندي، مڪڙيءَ جا ڳتا پڪل پير جهڙا ٿي ويندا هئا، ۽ هن جو ڪنڌ پيرن ڀري ٽاريءَ وانگر جهڪي ويندو هو. مانجهيءَ جون نظرون مڪڙيءَ جي جسم جي نئين قوت ۾ اڀين اٽڪي پونديون هيون، جنهن پير جي ڪنڊن ۾ هن جا ڪپڙا ڇنبڙي پوندا هئا. پيرن گڏ ڪرڻ لاءِ، چولي جي آڳي جي جهولي ٺاهي بدران، هوءَ هاڻي پوتيءَ جو پلئه جهليندي هئي ۽ ان ۾ پيرڪٺا ڪندي هئي.

هنن جي ٻہر چوندڻ وارو دور اچي ختم ٿيو هو. جڏهن هنن جي جسمن ڳنڍجڻ ۽ هڪ ٻئي سان ملڻ جو وقت آيو تہ هنن کي جدا ڪيو ويو. اهوئي دنيا جو دستور هو. مکڙي اڃا بہ مانجهيءَ جي گهر ايندي ويندي هئي، پر هن سان خلاصيون رهائيون ۽ ملاقاتيون ڪري نہ ٿي سگهي. هو هڪ ٻئي کي ڪيڪاري سگهندا هئا ۽ بس.

نظرون نياپا ڏيندڻون رهيون، نظرون دلداري ڏيندڻون رهيون، نظرون آس ڏيندڻون رهيون. ٻنهي جي پياس ۽ تڙف وڌندي رهي وڌندي وئي.



هڪ ڏينهن پرڀات جو، مانجهي پنهنجي ٻنيءَ تي هليو ويو. سامهون ڏٺائين تہ مکڙي، پنهنجي ساهيڙيءَ سان گڏ، پاڻي ڀري موٽي رهي آهي. هو ڪڻڪ جي ٻوڪ جي وچ مان ٻنيءَ جو ڀيچرو وٺي پئي آيون. هي ٻئي ساڳئي ڀيچري تي هو. اوچتو هن کي کو خيال آيو. هو اهو ٻنو ڇڏي، ان مان ڦٽندڙ ٻيو ٻنو ورتي، ٿورو اڳيرو هلي، بيهي رهيو ۽ مکڙيءَ ڏي نهارڻ لڳو.

مکڙيءَ بہ هن کي ڏٺو ۽ سڃاتو هو. هن کي گس مٿيندي ۽ وري بيهندي بہ ڏٺائين. هن کي ائين محسوس ٿيو تہ مانجهي سائس ملڻ خاطر ئي اتي بيٺو آهي. جڏهن هو ساڳئي ٻني تي سامهون پهتيون، تڏهن، هن پنهنجي ساهيڙيءَ سکان کي اتي ترسڻ لاءِ چيو ۽ پاڻ مانجهيءَ ڏانهن هلي ويئي.

مانجهيءَ هن کي پاڻ ڏانهن ايندي ڏٺو، تہ سرڪي وڃي

پرسان بيٺل ڪنڌيءَ جي وڻ جي اوٽ ۾ بيٺو. هن جي دل جو درياهه زور سان ڇوليون هڻڻ لڳو. مڪڙي وڏي اچي هن جي سامهون بيٺي. ٻنهي مرڪن سان هڪٻئي جي آجيان ڪئي. ڳالهائڻ ٻنهي ڪان ڪونه اڪليو. ٻنهي جون دليون ڌڙڪي رهيون هيون، ٻنهي جا چپ ڪنبي رهيا هئا، ٻنهي جي جسمن ۾ لرزو هو.

مڪڙيءَ جي مٿي تي سينهونءَ مٿان دلو رکيل هو. ڀرين ته هن جو هڪڙو هٿ دلي ۾ هو، پر هيٺئين پاڻ ۾ ڌڙڪڻ محسوس ٿيڻ ڪري، دلي کي سوگهو جهلڻ لاءِ ٻئي هٿ ان ۾ وڌائين. هن منهن ٻه ڪوهه تي پاڻي ڀرڻ وقت ڏنو هو. اچا ڏنئين هن جي نرڙ، اکين وارن جي ڇپن، ڪن جي پاپڙين ۽ ڳچيءَ تي پاڻيءَ جا ڦڙا چمڪي رهيا هئا.

مانجهيءَ پنهنجي من جي راڻيءَ کي پرپور نگاهن سان ڏٺو. هوءَ سونهن جو ساگر هئي. هن‍ءَ ڪنڌ جي سائي پوک جي پس‌منظر ۾ صبح جي سفيد پري لڳي رهي هئي. جاڙا جاڙا پيرون، تن جي ڇانو ۾ وڏيون وڏيون، ڪاريون ڪاريون اکيون. پورا پوريل ڳٽا، جي حياءَ وچان گلابي گلابي ٿي ويا هئا. چپن تي مست ڪندڙ مرڪ. ٻئي هٿ دلي ۾ هجڻ ڪري هن جو سينو سيٽيل هو، جنهن تي ارهه وڏيڪ مٿيرو، وڏيڪ ڇٽا ۽ وڏيڪ ڪڙا ٿي بيٺا هئا. ململ جو اڇو چولو، ان مٿان اڇي پوتي وريل هوندي به ڪنوارن ارهن جون گولايون پٽريون ۽ ڏاڍيون پرڪشش لڳي رهيون هيون. هنجي سوٽ ۽ نهري جسم جو نرالو شان هو، نرالو

سوجهرو هو ·
ان وقت وايو منڊل بہ دلفريب هو · پري پري ڏاڏين
ڪٽڪ جي پوک جـي ساوڪ، ڏڏو ڏڏو سوجهرو، ڏـڏڙي
ڏڏڙي هير لڳڻ ڪري،ڪٽڪ جي پنن مان نڪرندڙ ”سان
سان“ جو آواز، سرندي جو منڙو سر لڳي رهيو هو ·
پيار وارن لاء ڪائنات جا نظارا گيت بڻجي ويندا آهن·
پيار وارن جي چپن بدران سندن دليون نغما ڳائينديون آهن:

ڏنهنجو چهرو:
چڻ وهتو گلاب ماڪ ۾ ·
ڏنهنجا ارھ:
ٻارڙ ۾ ڏازي وائريل ڪٽڪ جون ڊگهيون ·
ڏنهنجي ساهہ جي سرهاڻ:
وجهي مٺلن ۾ ساهہ ·
ڏنهنجيون پوريون پريل ٻانهون:
منهنجي جياپي جو سهارو ·
هي ڇا آهي، جو مونکي،
خوشين جي آسمان تي پيو اڏائي؟
ڏنهنجي سونهن،
ڏنهنجي ورونهن،
ڏنهنجو پيار،
ڏنهنجو سنسار·

هو هڪٻئي جي سامهون ويٺا رهيا: چپ، سانت، خاموش·

ڇڻ تہ پنڊ پهڻ ٿي ويا هجن، ڇڻ تہ سراپجي ويا هجن. فقط نظرن سان هڪٻئي کي ڇهندا رهيا، چمندا رهيا، چڪاسيندا رهيا. فقط مسڪراهٽن سان هڪٻئي کي نياپا ڏيندا رهيا: نينهن جا، نباهہ جا، سپردگيءَ جا.

نيٺ مانجهيءَ چپ چوريا:

”مان تنهنجي لاءِ بيهي رهيس.“

”مان تنهنجي لاءِ هلي آيس.“ مکڙيءَ ورائيو.

وري ٻئي ماٺ ٿي ويا.

خاموشيءَ جي لنباڻي ٽوڙڻ لاءِ مکڙيءَ چيو:

”الا ڪيڏو نہ بي‌رحم آهين. ايتري دير کان دلي جو ٻار مٿي تي کنيو بيٺي آهيان تہ اٿين بہ ڪونہ ٿو چوين تہ ڏي تہ ڪجهہ دير لاءِ مان دلو مٿي تي کڻي بيهان.“

ان ٿي ٻنهي کان زندگيءَ سان ڀرپور ٽهڪ نڪري ويا.

اتي سُکان، مکڙيءَ جو نالو وٺي سڏ ڪيو. شايد اهو ڄاڻ هو تہ ڪو اچي رهيو آهي. مکڙي ٽڪڙ ٽڪڙ، ساهيڙيءَ ڏانهن وئي.

ويندي وقت چوندي وئي ”مان ڪڏهن ڪڏهن، جڏهن دلا خالي هوندا آهن، تڏهن صبح جو سوير ٿي پنهنجي هن ساهيڙيءَ سان، کوهہ تان پاڻي ڀرڻ ايندي آهيان.“

آڪاس جي سج ڪني ڪڍي هئي. هيڏانهن مانجهيءَ مکڙيءَ جي پيار جو سج ايري چڪو هو.

مانجهيءَ جو اهو سارو ڏينهن سپنن جي سنسار ۾ گذريو. مانجهيءَ جو ٻنيءَ تان موٽندي، هن کي هڪڙو خيال آيو.

هو ان جڳهہ تي ويو، جتي صبح جو مکڙيءَ سان ملاقات ٿي هئس. آسپاس نهاريائين. پرسان ئي سرنهہ جو شاهي وڻ هو. هو ان ڏانهن ويو. هيءَ ڏاڍي محفوظ جڳهہ معلوم ٿيس، ڇو ته ان جي چوڌاري ڍڪ هو. هڪڙي پاسي کان سرن جا ٻوڙا ۽ ڪرڙن جا جهڳٽا هئا، ٻئي پاسي کان لانڍي ٿهيل هئي جنهن ۾ آهرون ٿهيل هيون. ان جي پرسان ئي ڇپرو هو، جنهن ۾ ڪڙٻ جا ٻند هئا، جي ڪتن لاءِ ڪتب ايندا هئا. اتي ڪتن لاءِ اڏي پڻ هئي. ٽئين پاسي ٻهہ جو ڏَنڍُ هو جنهن تي چوڌاري مٽيءَ جو ليپو ڏنل هو. چوٿين طرف ڪڻڪ جو فصل ۽ گيدوڙيءَ جو وڻ هو. چوڌاري هڪڙي قسم جو پردو هو. ان ڪري ايندڙ ويندڙ جي سرنهہ جي وڻ هيٺان نظر پئجي نه ٿي سگهي.

مانجهيءَ کي هيءَ جڳهہ مکڙيءَ سان ملاقات لاءِ موزون ۽ محفوظ نظر آئي. ان ٻنيءَ جو هاري رکو منجهند جوءِ گرميءَ وقت، ڍڳا اڇي هتي واري لانڍيءَ ۾ ٻڌندو هو ۽ انهن کي گاهہ ٻُو وجهندو هو. اهو هاري هئو ٻہ مانجهيءَ جو يار. هن سوچيو ته ضرورت پوڻ تي ان يار کي رازدار بڻايو ويندو.

مکڙيءَ جو پڻ اهو ڏينهن خماريل حالت ۾ گذريو. رات جو ننڊ ٻہ ڪانہ ٿي آيس. ٿوري ٿوري ڪان پوءِ ٿي اٿي پاڻي پيئندي هئي. پيتائين گهٽ ٿي، هارينائين وڌيڪ ٿي، جئن صبح ٿائين گهڙا خالي ٿي وڃن، ۽ سوير ئي هن کي پاڻي ڀرڻ جو بهانو ملي وڃي.

هنن پريمين جون ملاقاتون ٿينديون رهيون. ساهيڙي سکان سندن ساٿي ۽ چوڪيدار هئي ۽ سرنهه جو وڻ سندن ڏيک هو. اهي گڏجاڻيون ايستائين جاري رهيون جيستائين مانجهي پيءُ سان رُسي شهر نه هليو ويو. انهن ملاقاتن ۾ ان وقت بہ رخنو پيو هو، جڏهن مانجهيءَ کي جيل جي سزا ملي هئي.



جيل ۾ ڀرتين ڏينهن ڪيترن ئي قيدين هن کان پڇيو تہ ڪهڙي ڏوهہ ۾ آيو آهين. سومر تہ ڏاڍي قرب ۽ پنهنجائيءَ سان اچي هن سان ڪچهري ڪئي. هن جي ڳالهين ۾ هن کي وڏو آٿت مليو. هيل تائين هن ڏٺو هو تہ وڏيرو، وڏيري جا پاليل شودا، پوليس وارا، ڪامورا، ڪورٽ وارا ۽ جيار هڙئي ظالمن جو ٽولو، پاڻ ۾ ڀيٽ، هڪبئي جا جُهٽ ۽ غريبن جا دشمن هئا.

سومر جي ان سوال تي تہ ڪهڙي ڏوهہ ۾ سزا ملي اٿئي، هن پنهنجي پوري ڪٿا ٻڌائڻ شروع ڪئي:

”اها تہ مون کي بہ سڌ ڪانهي تہ، ڪهڙي ڏوهہ ۾ جيل مليو اٿم. هڪ ڏينهن پنهنجي ڪيتيءَ تي ڪم پئي ڪيم تہ تي پوليس وارا آيا ۽ چيائون تہ وڏيري تنهنجو ڌالو بدمعاشيءَ ۾ ڏٺو آهي، ان ڪري توکي ۱۱۰ ۾ گرفتار ڪرڻ آيا آهيون. مون پڇيو مون ڪهڙي بدمعاشي ڪئي آهي؟ ان تي هڪڙي سپاهيءَ ڀر ڪري چماٽ وهائي ڪڍي. مون کي ڪاوڙ اچي وئي سو ٽپ ڏئي وڃي ڳٽرن

ڪان جهليو مانس ۽ ڏوڪشا هنيامانس. پوءِ ته ٽيئي پوليس وارا مون تي چڙهي ويا. لتن، مڪن، ڏنڊن ۽ بندوقن جي ڪنداڪن سان هٿي رتورت ڪري وڌائون. پوءِ هٿڪڙيون هٿي، گهليندا، ٿاڻي ۾ وٺي ويا ۽ اتي وڃي بند ڪيائون. ضامن لاءِ بابي ڪوشش ڪئي ته تر جي ٽپيدار ضامن پونڌڙ جي ملڪيت جو سرٽيفڪيٽ ڏيڻ کان انڪار ڪيو. مختيارڪار وٽ شڪايت ڪيائين ته هن به ڪونه ٻڌس. لاڪپ ۾ ڇهه مهنا سپاهي مون سان تعديون ۽ مارڪٽ ڪندا رهيا. نيٺ ڪيس هليو ته جج وڏيري جي هٿٺوڪيل ڪوڙن شاهدن جي شاهديءَ تي ٻارهن مهنا ٽيپ ڏئي ڇڏي."

"پر وڏيري توکي ڇو ڦاسرايو؟" سومر پڇيو.

"پي ته خبر ڪانه اٿم، وڏيري جي عادت آهي ته هارين ۽ ڪمزاڻن کي راهه گناهه پيو گار گند ڪندو ۽ مار ڏيندو آهي. مون کي ننڍي هوندي ڪيترائي گهمرا مارون ڪيديون هئائين. هاڻي ته مان جوان آهيان. هڪ ڏينهن پنهنجي فصل جي لابـاري لاءِ ونگار ڪيائين. مون کـي بـه نياپو مڪو هئائين. مان ويس ته سهي پر ٿورو دير سان. مون کي ڏسندي ئي هن گاريون ڏيڻ شروع ڪيون ۽ لڪڻ وراڻي مون تي سٽ سٽ ڪرڻ لڳو. مون کي به جوجڪي اچي وئي، سو سندس ئي لڪڻ کسي ٻه ٽي وهائي ڪڍيامانس. پوءِ هن جا خوشامدڙيا شودا مون تي چڙهي ويا ۽ اڌمئو ڪري ڇڏيائون. ان جي ڏهين ٻارهين ڏينهن ئي پوليس مون کي پڪڙڻ آئي."

سومر دلداري ڏيندي هن کي چيو:

”شاباس منهنجا دلير سـاٿي، تنهنجا شـاندار ڪارناما آهن. تون اڪيلي سر لڙيو آهين. هاڻي اهڙو وقت ايندو، جو سڀ گڏجي لڙنداسين ۽ انهن ظلمن جو خاتمو آڻينداسين. توکي خبر آهي ته مان جيل ۾ ڇو وڌو ويو آهيان؟“

”نه، تو اڃا ٻڌايو ئي ڪونهي.“

”مان وڏيرن جي وڏيرپ ختم ڪرڻ لاءِ لڙيو آهيان، انهيءَ ڪري ٻڌو ويو آهيان. مان پڻ هاري آهيان ۽ هاري تنظيم جو ميمبر ۽ سرگرم ڪارڪن آهيان. زميندار اسان جي هڪ ساٿي هاريءَ جي بيگر تي نه اچڻ ڪري، نه رڳو، هن جو گهر ساڙايو، پر هن جي ڌيئن جي چوري به ڪرايائين. هو فرياد ڪرڻ ويو ته زميندار جي چرچ تي، پوليس مرڳوئي ان هـاريءَ کي هٿڪڙيون هڻي ڪاٺ ۾ وڌو. اسان جي ڪاميٽيءَ ان ظلم خلاف احتجاج ڪيو، ۽ جلوس ڪـڍي شهر ۾ وڃي ڊپٽي ڪمشنر جي آفيس آڏو مظاهرو ڪيوسين. اسان جي ڳالهه ٻڌڻ ۽ ڪو تدارڪ ڪرڻ بدران الٽو اسان تي لٺيون وسايون ويون، ۽ مون سميت ڪن ساٿين کي پڪڙي ڇهه ڇهه مهنا جيل ڏنو اٿن.“

پوءِ سومر، مانجهيءَ کي ان هاري تنظيم جي اصولن ۽ پروگرام جي باري ۾ تفصيل سان ٻڌايو.

ان رات هو گهڻيءَ دير تائين ننڊ ڪري نه سگهيو. هن جي دماغ ۾ سوچ جا نوان سلا ڦٽي رهيا هئا. هن کي ياد آيو ته اصل کان هن جي ذهن ۾ اهو سوال پئي ايريو آهي ته بيمار هجڻ ڪري ڇيڙ تي نه وڃڻ سبب، جو وڏيري

سنڌس پيءُ کي بيدرديءَ سان ماريو، ته ان وقت سٺ ستر هاري موجود هئا، پر انهن مان ڪو به هن جي پيءُ جي مدد لاءِ ڪونه وڌيو، جيتوڻيڪ هنن ڏاڍي کي بيڏوهي ٿي سمجهيو، هنن جي ڏاڍي سان پوري همدردي هئي ۽ هنن اهو به سمجهيو ٿي ته وڏيرو سراسر ظلم ڪري رهيو آهي. انهن هارين کي اها پڪ هئي ته وڏيرو ۽ سنڌس به ٽي چاڙتا هنن کان ڏاڍا ڪونه ٿيندا، اهو شايد ان ڪري ٿيندو آهي، جو هر ڪو هاري پاڻ کي ڇڙوڇڙ ۽ اڪيلو سمجهندو آهي. هو سوچيندو آهي ته جي مان هن مظلوم پاڻ جي مدد واسطي وچ ۾ ٽپي پوندس، ته رڳو پاڻ کي وائکو ڪندس ۽ ظلم جو نشانو بڻجندس ۽ ٻيو ڪو به اڳتي نه وڌندو. يا هو ايترو ڏٻرو، هيسيل ۽ ڏٻل آهن ۽ اهو انديشو اٿن ته جي اسان وڏيري کي ٿورو به ناراض ڪيو ته پوليس ۽ ڪامورا، جي وڏيري جي پشت پناهي ڪندڙ آهن، سي اسان جا لاهه ڪڍي ڇڏيندا، اسان جو جيئڻ جنجال بڻائي ڇڏيندا ۽ اسان کي در در جون ٺوڪرون کائڻيون پونديون. شايد هارين کي پنهنجي ”گڏيل طاقت“ جو ڪاٿو ڪونهي، ۽ نه پنهنجي ٻڌيءَ جي فائدن مان واقف آهن.

سومر جي ڳالهين ۾ هن کي اميد نظر اچڻ لڳي ته جي سڀ هاري ٻڌي ڪن ۽ پارٽي ٺاهين ته پوءِ نه رڳو زميندار طبقي جي ظلمن ۽ زيادتين کي ٻنجو ڏئي سگهن پر پوليس ۽ ڪامورن جي ڏاڍاين جو به ڪاميابيءَ سان مقابلو ڪري سگهن. ٻڌي ڪرڻ، تنظيم ٺاهڻ ۽ پارٽي بنائڻ سان ڏي

هارين ۾ خوداعتمادي پيدا ٿيندي ۽ پنهنجي ”گڏيل طاقت“ جو اندازو ٿيندو ۽ پوءِ هو پنهنجيون قوتون، جي اول ئي هنن ۾ موجود آهن، تن جي زور تي پنهنجا حق وٺي سگهندا، ۽ سک ۽ عزت جي حياتي گهاري سگهندا.

جيل ۾ هو مکڙيءَ کي به ياد ڪرڻ لڳو. هن جون ڪيتريون ئي ڳالهيون ۽ گفتا دل تي آئي، منهن تي مرڪ ٿي مڙي آيس. کهڙا نه پيارا پيارا چرچا ڪندي آهي. مون کي سزا اچڻ جو ٻڌي، ڏاڍو ڏک ٿيو هوندس. نه رڳو ڏک، پر غصو به آيو هوندس، انهن ظالمن تي جن مون سان هي ويل وهايا آهن ۽ پوءِ ان لاءِ ڪجهه ڪرڻ لاءِ سوچيندي هوندي اسان جون ضاعفون ته اسان کان به وڌيڪ بهوس آهن. منهنجي غير حاضريءَ ۾ وڏيرو يا وڏيري جو پٽ نه هن ۾ اکيون وجهي! يا ائين به هجي ته مون کي ميدان تان هٽائڻ واسطي ئي مون کي جيل وجهرايو ويو آهي. هن کي ياد آيو ته مکڙيءَ ٻڌايو هو ته وڏيري جو پٽ لقمان ڪيس گهٽيءَ ۾ اڪيلو لنگهندو ڏسندو آهي ته ڏيان ڇڪائڻ خاطر کنگهڪار ڪندو آهي يا بيهي گهوري نهاريندو آهي. هڪ ڀيري هوءَ دلو ڀري ٿي موٽي، ته هي ٻنيان گهوڙي تي پٺي آيو. گهوڙي کي آهستي ڪري ٻچڪارون ڏيڻ ۽ کنگهڪارون ڪرڻ لڳو. ويجهو اچي چيائين: دلو ڏي مان کڻائي هلان ءَ، تنهنجو نازڪ بدن ٿڪجي پيو هوندو. ان تي مکڙيءَ وڏي آواز ۾ اهڙي چٽڀ ڏني هئس، جو گهوڙي کي تکڙو هڪلي هليو ويو هو.

اسان جي ڪابه چڱيءَ عورت واري عورت هنن جي هوس جي نگاهن کان ڏاڍي مشڪل سان بچي سگهندي آهي. سڀ حيلا هلائيندا آهن، ۽ ڪي ته هنن جي دولاب ۽ زور جو شڪار ٿي ويندديون آهن. پر مڪڙي مضبوط هڏڪاٺ ۽ مضبوط خيالن واري آهي. هوءَ آسانيءَ سان هنن جي دام ۾ نه ايندي. مضبوط ۽ جانٺيون ته ٻهراڙيءَ جون سڀ عورتون هونديون آهن، پر آڏو به بگهڙ آهن. انهن سان مقابلي لاءِ اسان کي ۽ اسان جي عورتن کي وڏو بگهڙ بنجڻو پوندو.

اڌ رات گذري چڪي هئي. بشرڪ ۾ ڪن تورن قيدين کي گهري ننڊ هئي نه ته گهڻا رکي رکي پاسا بدلائي رهيا هئا. ڪن کي هن وانگر ننڊ نه ٿي آئي. ڪن کي منگهڻ ۽ مڇر تپائي رهيا هئا. ڪن اڻ وڻندڙ خواب ٿي ڏٺا.

ٿوري ٿوري ڪان پوءِ سپاهي بوٽ جو سٺڪو ڪندو دروازي وٽان چڪر ڏيندي ٿي لنگهيو ۽ "سڀ خير" جي هڪل ٿي ڪيائين. وقتي ڪلاڪن جا ٺڪاءَ ٿي ٻڌڻ ۾ آيا. ريلوي لائين ڪا پرسان ئي هئي. وتيءَ سان ريل گاڏيون شور مچائينديون ٿي لنگهيون.

مانجهي، ماءُ جي باري ۾ سوچڻ لڳو ته مان رات جو ڪيترو به دير سان ويندو آهيان، پوءِ اها دير دوستن سان پٽ شٽ ۾ ٿئي يا پر واري شهر ۾ وڃي فلم ڏسڻ ڪري، يا ڪنهن ميلي ملاڪڙي ۾ شريڪ ٿيڻ ڪري، پر جڏهن ڏي گهر ۾ گهڙندس ته اما اٿي ڪڙي ٿيندي ۽ چڪي ۾ ٽنگيل

چوُنڊيءَ مان کير جو وٽو ڀري آڻي پياريندي. هيئنر به شايد هوءَ کير رکيو منهنجي اوسيڙي ۾ ويٺي هوندي. بابي کي زمين تي اڪيلي سر سارو ڪم ڪرڻو پوندو هوندو ۽ ڏاڍو ٿڪجي پوندو هوندو. هن کي ته هونءَ به گهٽ ننڊ ايندي آهي. ٿي سگهي ٿو ته منهنجي گُهٽيءَ ۾ اچڪلهه هن کي بنهه ننڊ نه ايندي هجي.



مانجهيءَ ڏٺو ته سومر مظلوم طبقي جي سڀني قيدين سان اهڙي قسم جون ڳالهيون ۽ ڪچهريون ڪندو رهندو هو. هن کي به جيل جي پورهئي مان جڏهن فرصت ملندي هئي ته سومر سان گڏ وڃي ويهندو هو. سومر پڙهيل به هو، هو جيل جي اي ۽ بي ڪلاس جي قيدين وٽان ڪتاب ڪنهن به طرح ڪتاب هٿ ڪري ايندو هو ۽ اچي هنن قيدين کي پڙهي ٻڌائيندو هو. ڪن قيدين کي، جن ۾ مانجهي به شامل هو، تن کي هو لکڻ پڙهڻ پڻ سيکارڻ لڳو. مانجهيءَ جو ڳوٺ جي ملان وٽ قرآن پورو ڪيل هو. هيئنر، جو شوق ٿيس ۽ سومر پڻ هن کي پاڙهڻ ۾ دلچسپي وٺندو هو، ته هو جلد ئي لکڻ پڙهڻ ۾ پڙ تي ويو هو.

سومر کي ڪڏهن ڪڏهن اخبار به هٿ اچي ويندي هئي. اها پڙهندي مانجهي ڏسندو هو ته سومر کي آزاد ڪرائڻ خاطر هن جي پارٽيءَ وارا مطالبا پيا ڪن، ڌرڻا پيا ٻڌائي ڪن، جلسا ۽ جلوس پيا ڪن ۽ ٻيون هلچل پيا هلائن. هو سوچڻ لڳو ته اهو ان ڪري آهي جو هو هڪ

تنظيم جو ميمبر آهي، هڪ پوري پارٽي هن جي پٺيان آهي. هيڏانهن مان اڪيلو آهيان، ڪنهن به پارٽيءَ سان واسطو نه اٿم، منهنجا مائٽ به اڪيلا آهن، منهنجا ڳوٺ وارا به ڇڙوڇڙ آهن، تنهنڪري جيتوڻيڪ مان به هڪڙي قسم جو سياسي قيدي آهيان، پر ڪنهن کي به ياد ڪونه آهيان، ڪوبه منهنجي لاءِ آواز اٿارڻ وارو ڪونهي.

هو سومرڪان سياسي سوچ سکي ويو هو ۽ وڏيڪ سکڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو.



ڳوٺ ڏانهن ٻه نوجوان شاگرد ايندا نظر آيا. سيءُ به چڱو خاصو هو. ٿڙڪو نڪتو هو. مائٽن کي ڇاڻ هئي ته اهڙا صاف سٿرن ڪپڙن وارا ۽ ڦٽي ڦوڪارو ڪيل وڏيري سان ملڻ ايندا هئا يا هن جا مهمان هوندا هئا جهڙوڪ دوست يار، ڪامورا ۽ چونڊن جي زماني ۾ اميدوار. اهي وڏيري جي بنگلي جو ڏس پتو پڇندا هئا. پر هنن ڇوڪرن وڏيري جو نه ٿي پڇيو. هن ملندڙن کي چيو ٿي ته اسين هارين ۽ ڳوٺاڻن سان رهاڻ ڪرڻ آيا آهيون.

پهريون ٻي شخص، جو هنن کي مليو سو هو گهرام هاري، تنهن اهو ٻڌي هنن کي چيو ته اسان جي اکين تي، پهرين هلي نيرن جا ٻه گرهه کائو، پوءِ ٿا خبرون چارون ڪريون.

منجهند لڙيءَ لقمان شهر مان جيپ تي ٿي موٽيو ته، ڪوهه وٽ ويهه پنجويهه هارين جو ميڙ ڏٺائين. انهن ۾ ٻه

نوان نوجوان پڻ نظر آيس. جيپ بيماريائين ته خبرچار لهي ته ڪهڙو معاملو آهي. پر وري اتي ئي اهو سوچي ته اوطاق تي ڪنهن کي گاهڙئي پچندس، هن ڊرائيور کي گاڏي اڳتي وڌائڻ لاءِ چيو.

سانجهيءَ ڌاري وڏيري تائين اهي خبرون پهچي ويون ته ٻه شاگرد ڇوڪرا آيا آهن ۽ هنن هتي جي رهاڪن سان ههڙي قسم جون ڳالهيون ڪيون آهن. هن کي غصو به آيو ۽ ويچار ۾ به پئجي ويو.

هن گهرام ۾ ٻيهن هارين کي گهرايو. پهرين ته هنن کي چنبڙ ڪيئيائين ته توهان منهنجي اجازت کان سواءِ ڇو هنن جي خاطرداري ڪئي. پوءِ هنن کي سمجهائڻ لڳو ته اهي ڇوڪرا ڪميونسٽ آهن. ڪميونسٽ دهريا ۽ خدا جا منڪر ٿيندا آهن. هو رسول ۽ پنجتن کي ڪونه مڃيندا آهن. هنن جو ڪم ئي آهي ملڪ ۾ وڳوڙ پيدا ڪرڻ. هن ڳوٺ جو به امن خراب ڪرڻ خاطر آيا آهن. توهان انهن بغاوتين جي ڳالهين تي ڌيان نه ڏيو ۽ هڪدم هنن کي ڳوٺ مان هڪالي ڪيو. جي پاڻ نه ٿا وڃن ته مان پنهنجا ماڻهو موڪلي زوريءَ ٿو هتان روانو ڪريان.

هارين جواب ڪونه ڏنو. هو منجهي پيا هئا. ڇوڪرن جون ڳالهيون هنن کي دل سان لڳيون هيون، انهن ڳالهين هنن جي ذهن کي ڌوڏيو هو ۽ ڪين اميد جا ڪرڻ ڏيکاريا هئا، پر هنن جيڪي اڄ ڏاڏن کان پڌو هو يا ملا مولوي چوندا ٿي آيا، ۽ جنهن طرف هي وڏيرو به اشارو ڪري رهيو

هو، ان کي رد ڏيڻ وارا هي وات ڳوڙها ڇوڪر ڪير هئا!

سومهڻي لڙيءَ جو، ماني ٽڪي کائڻ کان پوءِ، ٻئي شاگرد ۽ ڏهه ٻارهن ٻيا همراهه، گهرام جي لانڍيءَ ۾ ٻاهه جي مچ جي چوڌاري هٿ سيڪيندي ڪچهري ڪري رهيا هئا، ته وڏيري جا موڪليل ٽي شودا اچي پهتا. هنن کي ٻُٺون ٻدل هيون، هو ڪتن ۾ ويڙهيل هئا ۽ ڪلهن تي ڪهاڙيون هيون. هنن شاگردن ڏي منهن ڪري چيو ته هينئر جو هينئر هن ڳوٺ مان نڪري وڃو.

اتي ويٺلن کي اها ڳالهه نامناسب ۽ ڏکي لڳي. شاگرد مهمان هئا، انهن سان اهڙي روش ٺيڪ نه آهي. تنهن کان سواءِ سخت سردي هئي ۽ اڌ رات گذري چڪي هئي. هو هن وقت ڪيئن ويندا ۽ ڪيڏانهن ويندا، پڪو رستو هتان ڏهه ميل پري آهي، تنهن کان سواءِ هن وقت ڪنهن سواري ملڻ جو سوال ئي ڪونه ٿو اٿي.

شاگرد به سخت گهٻرائجي ويا. هنن ڳوٺاڻن ڏانهن نهاريو. پر ڳوٺاڻن کي خبر هئي ته وڏيري جو حڪم هو ۽ هو ڪجهه به ڪري نه سگهندا.

شودن دڙڪو ڏئي نهايت بدتميزيءَ سان وري شاگردن کي چيو ته اٿو ۽ اسان جي اڳيان هلو ته توهان کي ڳوٺ کان ٻاهر ڪري اچون.

شاگردن لاءِ ٻيو چارو ڪونه هو.

هنن کي رات جي ولهه، ويراني ۽ اونداهه ۾ اڻ چاتل پيچرن ڏانهن وڌڻو پيو.



گهرام ڳوٺ ري من سان وچي پنهنجي کٽ تي ليٽيو. هن جو اندر هن تي لعنت ملامت ڪري رهيو هو: هو ڪير به هئا ڪهڙا به هئا، هن جا مهمان هئا ۽ هن هنن کي اجهو ڏنو هو. جڏهن وڏيري جا ڇاڙتا هنن ڪي زور زبردستيءَ سان هليو وڃڻ لاءِ چئي رهيا هئا، تنهن وقت هن جي دل چاهيو هو ته هو احتجاج ڪري ۽ انهن ڇاڙتن سان مقابلو ڪري، پر هن کي پڪ نه هئي ته ڪو هن جا ٻيا ساٿي ڳوٺاڻا ۽ هاري هن جو ساٿ ڏيندا، ۽ اڪيلي سر هو هنن سان پڄي نه ٿي سگهيو. هينئر به هن جي دل چاهيو ته هو اٿي هنن جي پٺيان وڃي، هنن کي ڳولي، هنن کي دڳ ڏيکاري ۽ پر واري ڳوٺ ۾ ڪنهن وٽ هنن جي رات رهڻ جو بندوبست ڪري. پر ڪافي وقت گذري چڪو هو ۽ اهي ڏلا هنن سان گڏ نڪتا هئا، پتو ناهي ڪيستائين هنن کي ڌڪيندا ويا.

هن کي هنن شاگردن جون ڳالهيون نيون لڳيون هيون ۽ دل ۾ چڀنديون به. دل ۾ هن به چيو هو ته چون ته سچ ٿا. هن خيال ڪيو ته وڏيرو هنن تي الزام هڻي ٿو ته هو ڪافر ۽ خدا جا منڪر آهن، پر وڏيرو پاڻ ته مسلمان آهي ۽ مسلمان هوندي به اسان تي ظلم ڪرڻ ۽ اسان کي لٽڻ ۾ ڪهڙي ڪثر ڇڏي اٿائين. هنن کي ته دهريو ڪوٺي، هنن جو ڳوٺ ۾ رهڻ نٿو سهي ۽ ڪهڙي ولهه ۾ هنن کي اگهاڙين پيرين ڪڍي ٿو ڇڏي، پر خميسو ۽ سانول ته پنج وقت

نمازي ۽ روزا رکندڙ آهن، پوءِ هنن کي ڇو پوليس کان بيگناهه ابتو ٽنگرايائين ۽ اگهاڙو ڪري بي عزتو ڪرايائين ۽ هنن تي ڪوڙا ڪيس ڪري جيل ڏيارايائين.

هنن نوجوانن اهو ئي ٽي ڇيو، گهرام دل ۾ چيو، ته زمين تي ساري محنت هاري ٿو ڪري، ان ڪري ان جي ساري اپت هاريءَ کي ملڻ کپي. زميندار ان تي ڪا محنت ڪونه ٿو ڪري، انڪري هن کي بٽئيءَ جو ڪو حق ناهي. دنيا جي ڪيترن ملڪن ۾ زمين ڪنهن جي شخصي ملڪيت ڪانه هوندي آهــي، اها قومي ملڪيت هوندي آهي، ان ڪري جو ڪيڙيندو آهي اهو ئي ڪڻندو آهي. بٽئي وٺڻ وارا زميندار تين ئي ڪونه. هاري ئي زمين جو مالڪ ٿئي. پر هـن ملڪ ۾ جيسين ائين ٿئي تيسين هلندڙ قانون موجب هـاريءَ کي اڌ بٽئي ملڻ گهرجي ۽ پاڻ جو خرچ ۽ ڍل زميندار کي ڏيڻي آهي. پر ائين ڪونه ٿو ٿئي. زميندار ذري گهٽ زمين جي پوري پيداوار پاڻ ڪنيو وڃي. انهن حقن وٺڻ لاءِ هارين کي گڏجي هٿ پير هلائڻ گهرجن.

هنن اهو به چيو ته زميندار پنهنجي حاڪميت قائم رکڻ خاطر هارين کي تعليم، سکيا ۽ سوچ کان پري ٿــا رکن، ان ڪري ڪابه ترقي ئي نه ٿي سگهي. نتيجي ۾ ڏاريا هتي غلبو حاصل ڪن ٿا. اهڙيءَ حالت ۾ هــي زميندار ڌارين جا دلال بڻجن ٿا ۽ هارين جي حالت بدتر ٿئي ٿي.

گهرام پڇاڙيءَ ۾ ان نتيجي تي پهتو ته اسان کي هنن شاگردن ۾ ڪنهن شڪ ڪرڻ جو به سبب ڪونهي. هو

پنهنجي ڪنهن مطلب لاءِ ڪونہ آيا هئا ۽ نہ اسان مان
ڪو فائدو حاصل ڪرڻو هون، هو ڏانهن وڏيري ۾ اسان کي
هرڪو شڪ ڪرڻ جو سبب آهي. هو اسان تي پنهنجي
حاڪميت قائم رکڻ لاءِ اسان کي اوندهہ ۾ رکڻ چاهي ٿو،
۽ اهو بہ آهي تہ هنن جي وڏيري سان ڪا شخصي دشمني
ڪانهي. هو تہ وڏيري کي سڃاڻن بہ ڪونہ. سڃاڻن تہ هو
اسان کي بہ ڪونہ. پر هنن اسان کي اسان جي مظلوميءَ
جو احساس ٿي ڏيارڻ چاهيو. اسان کي اسان جا حق ٿي ياد
ڏياريا. هنن اسان جي پيڙهيل طبقي جي پنيرائي ٿي ڪئي.
هنن ملڪ ۽ قوم جي ڳالهہ ٿي ڪئي. هي وڏيري کان
وڌيڪ پڙهيل ڳڙهيل ۽ ڏاهو ڪا نوجوان هئا تہ بہ هٺ وڏائي
اصل ڪانہ هئن، اسان سان گڏ هيٺ ويٺا ٿي ۽ اسان سان
گڏ ماني ٿي کاڌائون ۽ هنن جي ڳالهين ۾ ڪيڏي نہ
پنهنجائپ هئي.



مانجهي، ٻيءَ سان رسي شهر هليو ويو هو ۽ اڄ ٻن سالن
کان پوءِ ڳوٺ موٽيو هو. اڳي بہ هڪ ڀيرو هو وڏي عرصي
لاءِ ڳوٺ کان ٻاهر رهيو هو. اهو تڏهن جڏهن هڪ سال
جيل ۾ هو. اڳئين ڀيري ۽ هن ڀيري ۾ فرق هو. جيل
مان جڏهن موٽيو هو تہ ڪمزور ۽ بيمار هو، هينئر هو
وڌيڪ سگهارو ۽ صحتمند ٿي موٽيو هو. جيل مان آيو هو
تہ اهي ئي پراڻا ۽ ميرا ڪپڙا پيل هئس، پر هن گهمري هن
جا ڪپڙا صاف ستهرا هئا. جيل مان واپسيءَ وقت هن کي

ڏسي ڪوٺائن کي عجب ڪونہ لڳو هو، پر هينئر هن کي ڏسي هو عجب ۾ پئجي ويا.

هو، جيڪو چنل جتي، ميري گوڏ، ڦاٽل چولي ۽ پراڻي پٽڪي ۾، پنڌ ئي پنڌ، هٿين خالي هتان نڪتو هو، سو ڪهين واري نئين بوٽ، هٿ ۾ نائلان جي ٿيلهي نزاڪت سان لوڏيندو، اڇي پهتو. هو اُٽين پاڻهن سان ويو هو، پر هينئر هن جي ڪلائي ڪرائيءَ تي واچ پئي چمڪي. هن جي اکين تي ڪاري عينڪ چڙهيل هئي.

پيءُ، ماءُ، ٻارن ۽ ڀينرن لاءِ تہ عيد هئي. هنن کي پيارو پٽ مليو هو، وڇڙيل وارث مليو هو، رُٺل راڻو مليو هو. سڀني لاءِ سوکڙيون آنديون هئائين: پيءُ ۽ ٻارن واسطي ٻہ ٻڙا اجرڪ. ماءُ ۽ ڀينرن لاءِ اوڇي ڇيٽ ۽ ستن لاءِ سئي سوسيءَ جو ڪپڙو. ٻارڙن واسطي رانديڪا. هن مکڙيءَ واسطي ٻہ تحفو آندو هو.

جڏهن نوٽن مان ڀريل ٻٽونءَ مان سوَ سوَ جا ٽي ڪاڙها نوٽ ڪڍي، پيءُ جي ترئيءَ تي رکندي چيائين ”بابا، هي توهان واسطي“ تڏهن پوڙهي جون اکيون ڦاٽي ويون. هن جي هٿن تہ ڏهن جي هڪ يا ٻن نوٽن کي بہ قسمت سان ڇهيو هو.

”بابا اسان جي ستن پيڙهين هن ٻنيءَ تي رت ست ڏنو، ڏينهن رات پورهيو ڪيو، توهان بہ سڄي حياتي ساڳي ٻنيءَ تي ڳاري آهي، پر صدين ۾ بہ ايتري ڪمائي ڪانہ ٿي، جيڪا مان ٻن سالن ۾ ڪمائي آيو آهيان.“

”سو تہ مان بہ ڏسان ويٺو، پر....“



هن جا ساٿي، ڳوٺ جا ننڍا وڏا ۽ خاص ڪري هڪجيڏا، هن جو احوال ڄاڻڻ لاءِ آتا هئا. مانجهي وري پنهنجي روئداد ٻڌائڻ لاءِ، هن ڪان وڌيڪ آتو هو.

پيءُ ڪان رسي، مانجهي شهر ۾ وڃي پهتو، جو سندس ڳوٺ ڪان ڏيهہ ميل ڏور هو. اتي ڏڪا ڏاپا ڪائيندي، رلندي پنندي، اتفاق سان هڪڙي دوائن جي ڪارخاني ۾ نوڪري ملي ويس. اتي هو مزور بڻيو. هن جو ڪم هو سامان هڪ هنڌان ٻئي هنڌ ڍوئڻ، چند ڦوڪ ۽ ٻيو سنهو ٿلهو ڪم. چار سؤ شروعاتي پگهار هئس.

ڪارخاني ۾ نوڪري ڪرڻ جا فائدا، سهوليتون ۽ رعايتون ٻڌائيندي، هو هاريءَ جي حالتن جي بہ پيٽ بہ ڪندو ويو:

”اتي گهٽ ۾ گهٽ پگهار چار سؤ رپيا آهي، جا هر مهني پهرين تاريخ ملندي آهي. ان ڪان سواءِ سال ۾ ٻہ پيرا بونس ملندو آهي، يعني ڪارخاني جي مالڪ کي جيڪو نفعو ٿئي، ان مان پورهيتن کي بہ حصو ملندو آهي، جو بہ ڪيترا سوَ رپيا هوندو آهي. وري سال بسال ويهہ رپيا پگهار وڌندي ويندي آهي.

”ڪارخاني اندر ڪاڏي جون هوٽلون آهن. اتي مزورن کي سستي اگهہ تي ڪاڏو ملندو آهي، ۽ ان مان بہ اڌ پيسا مالڪ ادا ڪندو آهي. يعني جي مان هڪ رپئي جو ڪاڏو

ڪائيندس ته، مون کي فقط پنجاهه پيسا ڏيڻا پوندا، باقي پنجاهه پيسا ڪارخاني جو مالڪ، هوٽل واري کي ڏيندو. ڪارخاني ۾ ڪم جي دوران هڪ پيرو سڀني مزدورن کي مفت چانهه پياري ويندي آهي.

”بيماريءَ جو علاج مفت ٿئي. ڪمپنيءَ جا ڊاڪٽر آهن ۽ اسپتال آهي، جتي هرمرض جون دوائون ڏنيون وڃن ٿيون. جي ڪو سخت بيمار ٿيندو ته هن کي گاڏيءَ ۾ کڻي سرڪاري وڏيءَ اسپتال ۾ پهچايو ويندو، اتي دوا درمل جو خرچ ڪارخاني جا مالڪ ڀريندا.

”رهڻ لاءِ ڪارخاني وارا گهر مفت ڏيندا آهن. جن مزورن کي گهر نه ڏيندا آهن، تن کي مسواڙ ڏيندا آهن ته پلي جتي وڻيس اتي وڃي رهي. گهر ڪارخاني کان پري هوندو ته اچ وڃ جو ڀاڙو به مالڪن طرفان ملندس، يا ڪارخاني جي گاڏي گهر پهچائي ايندس.

”هفتي جي ستن ڏينهن مان ٻه ڏينهن پورا موڪل هوندي آهي ۽ انهن ڏينهن تي ڪم ڪرڻو ڪونه پوندو آهي. روزانو اٺ ڪلاڪ ڊيوٽي هوندي آهي. جي ان کان وڌيڪ ڪم هوندو ته ان کي اوورٽائيم ڳڻيو ويندو ۽ ان لاءِ الڳ اجورو ملندو آهي. اهڙيءَ طرح ڪڏهن ڪڏهن ته مهني ۾ پگهار سميت مون کي چار سئو بدران پنج سئو به ملي ويندا آهن. عيد ۽ ٻين وڏن ڏينهن تي موڪل هوندي آهي. ان کان سواءِ سال ۾ ويهه ڏينهن حقي موڪل، ويهه ڏينهن بيماريءَ جي حالت ۾ موڪل. انهن ڏينهن تي ڪم

ڪونہ ڪبو آهي پر پگهار پوري ملندي آهي. جي ڪم ڪندي مزور حادثي جو شڪار ٿي پوي ٿو، مالڪ نہ فقط هن جي علاج جو بندوبست ڪندو، پر هن کي علاج وارن ڏينهن جي پگهار جا بہ پورا پيسا ملندا. جي حادثي ڪري مزور لولو لنگڙو ٿي پوي ٿو اها چٽي بہ مالڪ ڀري ڏيندو.

”جي بنا سبب يا ڏاڍائيءَ ڪري، مالڪ، مزور کي نوڪريءَ مان ڪڍي ڇڏي تہ سڀ ڪارخاني جا ملازم ڪم بند ڪري ڌرڻو ماري ويهندا ۽ ايستائين ڪم تي نہ چڙهندا جيستائين ان مزور کي واپس ڪم تي نہ ورتو وڃي. ان کي هڙتال چوندا آهن. ڪارخاني جا مالڪ هڙتال کان ڏاڍو گهٻرائيندا آهن، ڇو تہ اهي ڪارخاني مان هڪ ڏينهن ۾ لک رپيا بہ ڪمائيندا آهن، هڪڙو ڏينهن ڪم نہ ٿئي تہ معنيٰ تہ هنن کي هڪ لک رپيا نقصان پوي. ان ڪري مزور ۽ ملازم پنهنجا مطالبا ۽ گهرون هڙتال جي ڌمڪي ڏئي يا هڙتال ڪري مڃرائيندا آهن.

”مزورن کي ڪم ڪرڻ وقت، موسم جي لحاظ کان ڪپڙا بہ مالڪ ڏيندو آهي. ان لباس کي وردي چئبو آهي.

”مزورن جي مقابلي ۾ هاري ڀائرن جي ڪهڙي حالت آهي؟ جنهن زمين تي زندگين جون زندگيون، پيڙهين جون پيڙهيون، هاري ڏينهن رات هڪ ڪري، رت ۽ پگهر وهائي پورهيو ڪري ٿو، ان زمين تان زميندار هڪڙي ئي حڪم سان هن کي بيدخل ڪري، تڏو پٽائي، جوءِ ڇڏائي، ٻيئي پير پيرين اگهاڙو ڪيو ڇڏي. ڪوبہ هن جي واهر واسطي

ڪونہ اچي. ڪنهن بہ هاريءَ کي همت نہ ٿيندي، همت
ڇا پر خيال بہ ڪونہ ايندو تہ پنهنجي هاري ڀاءُ کي ظلم ۽
انڌير کان بچائي يا هن جو ساٿ ڏئي، يعني هن لاءِ هڙتال
ڪري.

”هاري سڄي ڄمار بيدخل ٿيڻ ۽ ٻنيءَ تان ٽڙڻ جي
خوف ڪري دٻيل رهي ٿو. هن لاءِ ڪم جو ڪوبہ وقت
ڪونهي. هن کي ڪڏهن بہ موڪل نہ آهي. هو ڏينهن
رات، گرمي سردي، اوندهہ سوجهري ۾ ڪم ڪندو رهي
ٿو. پنهنجي زمين تي ڪم کان سواءِ، هن کي زميندار جي
ٻيگر، ڇيڙ، شڪار ۽ ڪاٺيءَ تي وڃڻو پوي ٿو. حقيقت ۾
اهي ڪم اوور ٽائيم (واڌو ڪم) جي حيثيت رکن ٿا، پر
هن کي ان جو ڪو اجورو ڪونہ ٿو ملي.

”هاريءَ وٽ پنهنجي روڪڙ يا بچت جو سوال ئي
ڪونہ ٿو اٿي. هن کي زندگيءَ جي بنيادي ضرورتن لاءِ بہ
هروقت زميندار آڏو هٿ ٽنگڻو پوي ٿو. هن کي سڄي سال
يا سڄي فصل جي ڪمائي ٻنيءَ جي صورت ۾ ملي ٿي. پر
ٻنيءَ وقت ڇا ٿو ٿئي؟ چوڻ ۾ تہ ٻنيءَ جو اڌ ملي ٿو،
پر ان اڌ مان پيرن مرشدن، ڪمين ڪاسبين، ٻيگر ۽ ٻٽَ
جا ڏوہا نڪرن، زميندار وٽان ڪنيل قرض جو ڪوڙو حساب،
جو منشي ٺاهيندا آهن، سو حصو ڪٽجي. نتيجي ۾ وري
بہ هاريءَ جا ڳنڍڙا خالي رهجيو وڃن. اهڙي ريت ايمانداريءَ
سان حساب ڪجي تہ هاري، جو ٻارڻن ٻچن زمين تي ڪم
ڪري ٿو، تنهن کي مهني ۾ سراسري ٻہ سؤ رپيا بہ پلئہ

ڪونه ٿا پون.

”هاري پاڻ يا سندس گهر جو ڀاتي بيمار ٿيندو، ته ايڏي بچت ڪانه اٿس جو ڊاڪٽر وٽ وڃي سگهي، دوا خريد ڪري سگهي يا شهر پهچي سگهي. لوڙي لوڙي حياتي هونديس ته چڙهي پوندو. زميندار ان حالت ۾ به هن جي ورلي ڪا مدد ڪندو. ڪم ڪندي بلا ڪاڏس يا حادثي جو ڪو شڪار ٿيو ته به ڇڏ ڪتو مئو. زميندار پوين جي سنڀال لهڻ لاءِ پڙل نه آهي.

”هاري پرماريت جي چڪيءَ ۾ پيو پيڙجي؛ هن کي انگ جي اگهڙي نصيب ڪانهي؛ ڪفن جو ڪپڙو به ڪٽمت تي اڌارو وٺندو، ڪاڏي ۾ اٽي، پاروٽي ماني، جهڙ ۽ بصر، رهڻ جو گهر ڪکائين جهوپڙي ۽ ڍڳرن جو لوڙهو؛ خوف ڏسي خوف: جيل وڃڻ جو خوف، بيدخل ٿيڻ جو خوف، بک مرڻ جو خوف، پوليس جو خوف، سهڻي زال يا سهڻي ڌيءُ، هن لاءِ وبال ۽ جان جو جوکو، هنن تي زميندارن جو پوليس، پٽاريءَ جي ڪانڍڪن ۽ ڪامورن جي معرفت ظلم.

”ٻئي پاسي زميندار، هنن جي پگهر جي پورهئي تي ٿي حياتيءَ جا بهترين عيش ۽ فضول خرچ ڪري ٿو: بنگلن مٿي بنگلا، اوطاقن مٿي اوطاقون، زال مٿي زال، سريت مٿي سريت، موٽرون، جيپون، ريڊيا، بجلي، شڪار، دعوتون، سٺيا طعام، ڀڀڪيدار لباس، راڳ ۽ ناچ جون محفلون، پنگ ۽ شراب، ڪامورن کي رشوتون ۽ انهن جون خوشامدون.

”ڪارخانن جي مالڪن ۽ سرمائيدارن جي به زميندارن جهڙي عياشيءَ واري رهڻي آهي، مزورن تي ظلم ۽ زيادتيون آهن، پر مزورن پنهنجي مڙسيءَ سان، هنن کان گهڻا حق حاصل ڪري ورتا آهن.“



پوءِ ڳوٺاڻا پڇندا هئا: ”اهو ڪيئن ٿيو آهي، مزورن پنهنجا حق ڪيئن حاصل ڪيا آهن؟“

هو ورائيندو هو: ”ٻڌيءَ ڪري، يونين ڪري.“

۽ ڳوٺاڻن جي ڪنن ۾ گونجڻ لڳندو هو:

”ٻڌي!“

”ٻڌي!“

”ٻڌي!“

”يونين!“

”يونين!“

”يونين!“

”يونين ڇا آهي؟“

”يونين معنيٰ پارٽي، يونين معنيٰ ٽولي، يونين معنيٰ سنگت. ڪارخاني ۾ ڪم ڪندڙ سڀ پورهيت يونين جا ميمبر ٿيندا آهن، هرڪو ميمبر چندو ڏيندو آهي، جو يونين جي ڪم ڪار تي خرچ ڪرڻ ۾ ڪم ايندو آهي. پوءِ يونين وارا گڏجي سيني ميمبرن جي صلاح مشوري سان پنهنجا مطالبا مڃارائڻ لاءِ فيصلا ڪندا آهن، ۽ مالڪن کي اهي پورا ڪرڻ لاءِ چوندا آهن. جي مالڪ انڪار ڪندا آهن

ته ٻوئين وارا هئن ڪي هڙتال جو چٽاءُ ڏيندا آهن، ۽ اجا به مالڪن جي ضد تي قائم رهڻ جي حالت ۾ هڙتي مزور ڪارخاني ۾ ڪم بند ڪري ڌرڻو ماري وهندا آهن. نيٺ مالڪ مجبور ٿي مزورن آڏو جهڪندو آهي. اهو آهي ٻڏيءَ جو اثر."

ان تي وري ڳوٺاڻن جي ڪنن ۾ گونجڻ لڳندو هو:

"ٻڏي!"

"ٻڏي!"

"ٻڏي!"

مانجهي پنهنجو داستان دهرائيندو رهيو.

ڪيئي ماڻهو هن سان ملڻ ايندا هئا، هو پاڻ ڪيترين ئي ڪچهرين ۽ محفلن ۾ ويندو هو: جهوپڙين ۾، ٻنيءَ تي، ٻار ۾، ونجهوٽي ۽ ٻلهاڙو ڪيڏندي، وڻن جي ڇانو ۾ ويهي.

هو پنهنجو داستان دهرائيندو رهيو.

ماڻهن ۾ ريس پيدا ٿي.

ماڻهن ۾ دلچسپي پيدا ٿي.

ماڻهن ۾ اتساهه پيدا ٿيو.

مانجهي پنهنجو پاڻ کي ڪا شيءِ سمجهڻ لڳو. هن ۾ خود اعتمادي پيدا ٿي. هن کي پنهنجي اهميت جو احساس ٿيڻ لڳو. هن کي ڳالهه جي اهميت جو احساس ٿيو.

هو پنهنجو داستان وڏيڪ چٽائيءَ سان دهرائڻ لڳو.



مانجهيءَ مڪڙيءَ لاءِ سو ڪڙي آندي هئي. وڏيري، پنهنجي

پٽ لقمان لاءِ هن جي سڳــ جون ڳالهيون هـن جي پيءُ سان پڪيون ڪري ڇڏيون هيون. پــر مانجهيءَ اميد نہ لاٿي هئي. هن سوڪڙي موڪلي هن کي آزمائڻ ٿي چاهيو. هن، هن واسطي چوڙيون آنديون هيون. اهـي لڪ ڇپ ۾ هن کي مـوڪلي ڏنـائين. مکڙيءَ هـي تحفو وٺـي پنهنجي سيني سان لڳايو ۽ پنهنجي دلدار کي چوائي مڪائين .

”تون ئي منهنجي سر جو سائين آهين!“

هڪ ڏينهن مانجهيءَ هن کي ملاقات لاءِ نياپو مڪو.

بئي ڏينهن پنيرڪي جو اٿي سرلهہ جي وڻ وٽ پهتو. بسنت جي رت هئي. ڏاڍي پلي هير گهلي رهي هئي. وڻ جي گلن جي سرهاڻ جوان جذبا وڌيڪ جوان ٿـي ڪري ڇڏيا، سڪ وارن جي سڪ وڌائي ٿي ڇڏي.

گهبرائيندي، شرمائيندي، تلندي، مکڙي پهچي وئـي: مرڪن جو درياهہ بڻجي، سونهن جـو سمنڊ بڻجي، جوانيءَ جو جوالا مکي بڻجي، پيار جو سپر پاور بڻجي.

هڪٻئي کي ڀڪين ڀڃي ويا، هڪٻئي ۾ سمائجڻ لاءِ، هڪٻئي کان ڪڏهن بہ جـدا نہ ٿيڻ لاءِ، گذريل ٻن سالن جون شڪايتون دور ڪرڻ لاءِ. اکين جا پيالا ڇلڪي پيا. نڙيءَ مـان آواز نہ نڪتو، سڏڪا نڪتا. مانجهيءَ جـون ٻانهون وڌيڪ سوڙهيون ٿيون، مکڙي هـن جي سيني سان وڌيڪ چنبڙي.

اڳئين ڀيري مانجهي جڏهن جيل مـان آيو هو تہ شهر وچڻ کان اڳ ڇهہ مهنا ڳوٺ ۾ رهيو هو.

وڏيري لاءِ هن جي نفرت انتها تي هئي. هن ڪنهارين ۽ پورهيتن سان خيالن جي ڏي وٺ ڪئي ته ڀاڻ ڳوٺ وارا گڏجي وڏيري جي ظلمن کي ٻنجو ڏين لاءِ ڪوشش ڪريون. پر هرڪنهن ڪن تي هٿ رکي انڪار ڪيو هو. هنن شاگردن جو حشر ڏٺو هو ۽ انهن جو مثال ڏئي مانجهيءَ کي به نصيحت ٿي ڪيائون ته اهڙيءَ ڳالهه جو خيال دل مان ڪڍي ڇڏ. خود پيءُ به هن کي دپ ڪڍي هئي.

هو ڏاڍو نااميد ٿيو هو.

انهن ئي ڏينهن ۾ هن پيءُ کي چيو هو ته هو مکڙيءَ کي پيار ڪري ٿو، هوءَ به هن سان پڌل آهي، ٻنهي جي پريت جو پيچ پختو آهي، ان ڪري هن جي پيءُ کان وڃي، سندس واسطي هن جي ٻانهن گهري. پر پٽس ڪتو جواب ڏنو هوس ته هن کي خبر آهي ته وڏيري پاڻ پنهنجي پٽ لاءِ مکڙيءَ جو سنگ ڇڪيو آهي، سو اتي سندن دال ڪٿي ٿي ڳري، ان ڪري هو اوڏانهن وڃي، هرو پرو پاڻ کي ڏنو نه ڪندو.

پوءِ هو پيءُ سان رسي، شهر هليو ويو هو. اتي هن انهن مزور اڳوانن کي آزمائڻ ٿي چاهيو، جن سان جيل ۾ ڏاڍيون ملاقاتون ۽ ڪچهريون ٿيون هيس.



اڄوڪيءَ ملاقات ۾ مانجهيءَ جي پيار ۾ اڳئين کان سرس گرمجوشي هئي. پر اڄ هن جون ڳالهيون ساڳيون نه هيون. موضوع نرالو هو، گفتگو روايتي عشق واري نه هئي، خيالن

۽ گنڀيرائي ۽ گهرائيءَ جي جهلڪ هئي.

”پوءِ اهو ٻڌاءِ ته لقمان وارا ڇا ٿا چون؟ تمڻ ته ڪانهن ٻڌي اٿن؟“ مانجهيءَ پڇيو.

”تمڻ ٻڌندا ته منهنجي لاش سان لاڏون لهڻيون پونديس.“

”تون لاش جو ٻڌجنديءَ. مان لقمان کي لاش بڻائي ڇڏينديس يا توکي هتان ڪڍي وينديس.“

”لقمان ته رکيو ضد ۾ مون سان شادي ڪرڻ ٿو گهري.“

”رکيو ضد ڪونهي، پر تون چيز ئي اهڙي آهين.“

”الا، اصل ڪچو ڪائي جهڙي،“ مکڙيءَ شرارت ڀريءَ مرڪ سان چيو.

مانجهيءَ ٽهڪ ڏنو. هوءَ به کلي ۽ وري چوڻ لڳي:

”پر اهي مڙئا ماريا وڏيرا ڪنهن مسڪين جي ماءُ، ڀيڻ يا ڌيءُ تي اکڻ چڪن ٿيندا آهن تڏهن به هنن کي نڪاح جي ضرورت ڪا ٿوري ئي پوندي آهي. هو ته دوکي دولاب يا زور زبردستيءَ سان ان کي پنهنجي هوس جو شڪار بڻائيندا آهن.“

”تنهنجي پڻيان به ته ڏوتيون لڳايون هئائون؟“

”اهو ته انهن ڏينهن ۾ ئي توکي ٻڌايو هوم. مان اهو ٿي چوان ته وڏيري جو پٽ پنهنجو ضد ٿو پورو ڪرڻ چاهي. ڏوسان اٿس ساڙ. نندي هوندي تو هن کي چڱا ٿونا چپايا هئا. سو بدلو ٿو وٺي. هن کي خبر آهي ته تنهنجي مون سان دل آهي. سو مون کي توکان ڇنڻ جا جتن پيو ڪري. پوءِ مون ڏي ڏوتيون موڪلي مون کي ڦاسائڻ

چاهيائين. جڏهن مون انهن کي ڪتو جواب ڏنو، تڏهن پيءُ
کي مجبور ڪيائين ته منهنجي پيءُ کان منهنجي ٻانهن
گهري."

"لقمان جو پيءُ وڏيرو به ته هن مائٽيءَ ۾ راضي ڪونه
هوندو؟"

"راضي ڪيئن هوندو. هو پنهنجي هاريءَ جي ڌيءَ کي
نُنهن بنائڻ تي راضي ٿيندو؟ هن جو راضي نه هجڻ ئي ته
اسان جي فائدي ۾ آهي. وڏيرو ان ڪري شاديءَ جي تڪڙ
ڪانه ٿو ڪري. خيال هوندس ته دير مدار سان ڇوڪرو
پنهنجي هوڏ تان لهندو. بابي کان انجام وٺي ڇڏيو اٿن، ان
ڪري لقمان کي خاطري آهي ته هو تو کان کٽيو ويٺو آهي."

"تنهنجي پيءُ ماءُ جو ڪهڙو خيال آهي؟"

"خبر ناهي ڪهڙو خيال اٿن. مجبوريءَ ته آهن. وڏيري
کي جواب ڏيڻ جي طاقت ڪانه اٿن. مون ته اماڪي سڀ
ڪجهه ٻڌايو آهي، تنهنجي باري ۾. اهو به سمجهائون سڌو
ٻڌايو اٿمانس ته جي مون کي لقمان سان پرڻايو ويو ته مان
زهر کائي مرنديس يا کوهه ۾ ٽپو ڏئي پاڻ کي پورو ڪنديس.
بابي ٻڌائين به اهو ڏڙڪو پهچي چڪو آهي. سو هو به پيو
ڪيٻائي. باقي تون ٻڌاءِ ته تون ڇاٿو ڪرين ان باري ۾؟"

"مان جڏهن هتان بابي سان رسي ويو هوس ته ان وقت
بابي کي چتاءُ ڏنو هوم ته مڪڙي منهنجي آهي. مون کي
هن جي ٻانهن وٺي ڏيو. جي لقمان هن سان نڪاح ڪرڻ
جي ڪئي ته نڪاح کان اول ئي يا مڪڙيءَ کي هتان اڏائي

وينديس، يا لقمان جو كنڌ ڪپيندس. ۽ ها، هاڻي اها ڪمزوري ڏيکارڻ جي عادت ڇڏي ڏي. اهو دڙڪو نه ڏي ته مان پاڻ کي ماريندس، پر ڌمڪي ڏئي چؤ ته مان نڪاح وقت به قبوليت نه ڏينديس ۽ وڏي واڪي انڪار ڪنديس يا لقمان سان مون کي زوريءَ پرڻايو ويو ته مان هن کي خون ڪنديس."

"الا، چوين ته سچ ٿو، پوءِ ڪو نمنچو بمنچو ته ڏئي ڇڏ،" هن کلندي چيو.

"ها، اهو به ٿيندو. ياد رکجان ته منهنجي زال کي نازڪڙي ۽ نماڻي نياڻي ٿيڻو ناهي، پر هڪ سرويچ سپاهڻ بڻجڻو آهي." اٿين چوندي مانجهي ڪنڌير ٿي ويو.

پوءِ هن کي سماجي طبقن جي باري ۾ ٻڌائڻ لڳو: هاري طبقو محنت ڪري ۽ ڪمائي ٿو، پر تنهن هوندي به ذليل آهي. زميندار طبقو ڪجهه نه ٿو ڪري، هاريءَ جي محنت جو کٽيو ٿو کائي ۽ شاندار حياتي گذاري ٿو. زميندار طبقي کي دنيا جا سڀ عيش آهن، پر هاريءَ کي رواجي سک ۽ جسماني ضرورتون به ميسر ڪين آهن. اهو جاگيرداري نظام آهي. جاگيرداري نظام ۾ وڏيري ۽ زميندار کي هرڪا بدمعاشي ۽ بداخلاقي ڪرڻ جي آزادي هوندي آهي، پر غريب طبقي کي سماجي رسمن، پابندين ۽ قانونن ۾ جڪڙي، هنن جو جڻ جنجال ڪيو ويندو آهي. اسان کي پيار جهڙي پوتر، سياوڪ ۽ زنده جذبي کان به پاڻ کي محروم رکڻو پوي ٿو يا ان لاءِ لوڪ کان لڪڻو پوي

ٿو ۽ سر سهسائڻو پوي ٿو.

هو چوڻ لڳو: ”مڪڙي ڏس، ٿون مان هڪ ٻئي کي دل سان چاهيون ٿا، پاڻ ۾ بي انت پيار اٿئون، پر اسين آزاديءَ سان ملي نه ٿا سگهون. هزارين خطرا ڪٿي لڪي لڪي گڏجون ٿا ۽ جي ڪو ڏسي وٺي ته غيرت وچان اسان کي قتل ڪري ڇڏي. هوڏانهن وڏيرو آهي، جو زورزبردستيءَ سان ڏينهن ڏٺي جو هر روز هارين ۽ ڳوٺاڻن جون لڄون لٽيندو رهي ٿو، پر هن جو وار ونگو نه ٿو ٿئي. ان ڪري اسان جي پيار جي پُر زور تقاضا آهي ته اهڙي ظالم سرشتي کي مٽائڻ لاءِ سر ڌڙ جي بازي لڳايون.“

”مان اهي ڳالهيون اڳ ۾ ئي ٻڌي چڪي آهيان.“ مڪڙيءَ چيو.

”ڪٿان؟“ مانجهيءَ پڇيو.

”شهر کان موٽڻ کان پوءِ هتي تنهنجيون ٻڌايل ڳالهيون هر نندي وڏي جي وات آهن. ماڻهو هڪٻئي کي پيا ٻڌائين ۽ انهن تي ٽهڪا ڏيئي کلن. انهن ڳالهين تي حيرت به کائين ٿا ۽ انهن ۾ دلچسپي به وٺن ٿا.“

”پوءِ اهي ڳالهيون توکي وڻن ٿيون؟“

”ڪجهه ڪجهه. مان ته ڪيترن سالن کان سوچيندي پئي رهي آهيان ته هي وڏيرو اسان تي ظلم ڇو ٿو ڪري؟ پورهيو اسين ڪريون پر بک مرون ۽ وڏيرو، جو ڪم نه ڪري، سو اسان جي پورهئي تي ڏي مزا ماڻي ۽ ان سان گڏ اسان کي مار موچڙو ڪري، بيعزتيون ڪري ۽ حڪم هلائي. هاڻي مان به سمجهان ٿي ته اسين مقابلو ڪري پنهنجا

حق وٺي سگهون ٿا.“

”اها ضروري ڳالهه آهي ته اسان ۾ پنهنجن حقن جو احساس پيدا ٿئي. ان احساس کان پوءِ اسان ۾ پنهنجن حقن حاصل ڪرڻ لاءِ جذبو پيدا ٿيندو ۽ اهڙيءَ طرح اسان کي اهو به پتو پوندو ته اسان جي حقن تي ڌاڙا هڻندڙ دشمن ڪير آهي. ان دشمن سان ئي لڙبو.“

”تو اهو به ٻڌو هوندو ته هو جيڪي ٻه شاگرد آيا هئا، تن سان وڏيري ڪهڙي ويڌن ڪئي هئي؟“

”وڏيرو هميشه به پنهنجي وسان ڪونه گهٽائيندو. پر وڏيرو هوندي وري اسان سان ڪهڙو چڱو هليو آهي. هن جون ڏاڍايون ته هر حال ۾ جاري رهنديون.“

”هنن شاگردن جي ڳالهين جو ته ماڻهن تي اثر ڪونه ٿيو هو. تون ڇا ٿو سمجهين ته تنهنجو ماڻهن تي اثر ٿيو آهي يا هو تنهنجو ساٿ ڏيندا؟“

”اهو صحيح نه آهي. شاگردن جو هتي اچڻ بيسود نه ٿيو آهي. هنن جي ڳالهين ڪن ڳوٺاڻن جي ذهن ۾ سوچ جا سلا پوکيا هئا. وري وڏيرو، جو هنن ڇوڪرن کان خوفزده ٿيو ۽ هنن سان ڏاڍائي ڪيائين تنهن ان جو اثر به ڳوٺاڻن تي اهو پيو آهي، جو هو سمجهڻ لڳا آهن ته هنن جون ڳالهيون اسان هارين لاءِ ضرور فائديمند هونديون. مان وري به چوان ٿو ته اهي شاگرد، جو ٻج پوکي ويا آهن، اهو زمين کان ٻاهر ڦٽڻ لاءِ پاڻيءَ جي ريج جو انتظار ڪري رهيو آهي. هو جا چڻنگ دکائي ويا آهن، تنهن کي

رکڻو ٻارڻ ڏيڻ جي دير آهي.“

”پلا ماڻهو تنهنجو سات ڏيندا؟“ مکڙيءَ پڇيو.

”ضرور ڏيندا. ڇٽنگون شاگردن دڪايون هيون. مون ان کي ٻارڻ ٻئي ڏنو آهي. وڏي ڳالهه ته مان جمرو جاڳندو مثال بڻجي آيو آهيان. هو مون ۾ تبديلي ڏسن ٿا. هو مون ۾ ۽ ٻاڻ ۾ فرق ڏسن ٿا. مون جهڙو بڻجڻ لاءِ هنن ۾ اتساهه جاڳي چڪو آهي.“

”پوءِ ڇاهي ڪرڻو؟“

”هاڻي تون هيئنن ڪندي ڪر، جو ڳوٺ يا آسپاس جي جنهن به عورت سان ملين ته ان کي اهي ڳالهيون ٻڌائيندي ۽ سمجهائيندي ڪر.“

”بس تون خيال نه ڪر، آءٌ هتي جي هر عورت کي اهڙي ٻئي پڙهائيندس، جو خود وڏيري جون پنهنجيون ضاعفون به هن جون دشمن ٿي بيهنديون.“

ٻئي کلڻ لڳا.

”پر مٺل، هڪڙي ڳالهه ڪر. مون کي اهڙا ڪتاب آڻي ڏي، جن ۾ اهڙي قسم جون ڳالهيون هجن.“

”ڇو، ڇا تون پڙهي سگهين ٿي ڇا؟“

”الا، ان ۾ حيرت جي ڪهڙي ڳالهه آهي. تو کي ته خبر آهي ته مان ننڍي هوندي ٿي ملان وٽ سڄو قرآن پڙهيو هو. هاڻي ڪجهه وقت کان ڪي ڪتاب پڙهڻ جي ڪوشش پئي ڪئي اٿم. متان مون کي ڇٽ ڇاوت سمجهين!“

وري ٻئي کلڻ لڳا.

"مان ته اڳي ئي مائن کي چوندي آهيان ته اسان ضاعفون غلامن جون غلام آهيون." مکڙيءَ چيو.

"ڪيئن؟" مانجهيءَ پڇيو.

"اسان جا مرد وڏيري جا غلام آهن ۽ اسين مردن جون غلام آهيون."

ٻئي کلڻ لڳا.

اتفاق سان اچوڪي ملاقات ڏکي ۽ خلاصي ٿي. هيئنر سڀڪان جي ڪنگهڪار ٻڌائون. هوءَ ٽڪجي ٻئي هٿي ڀا ڪو ماڏهو ڏنو هٿائين.



مانجهي، موڪل پوري ڪري، موٽي شهر ويو.

ان کان پوءِ، هر هفتي نه، ته هر ٻئي هفتي ڳوٺ ضرور ايندو هو.

هنن جي ڳالهين ۽ هن جي ڪاميابيءَ جي سڄي ترڙ ۾ چرچو ٿيڻ لڳو. پر وارن ڳوٺن جا رهاڪو به هن جون ڳالهيون ٻڌڻ ايندا هئا. هو ڀونئن جي عجيب طاقت جا ڪارڻ ڄاڻڻ چاهيندا هئا.

مانجهي چوندو هو: "ڪارخاني جا مزور هڪڙيءَ ئي چوديواريءَ اندر رهن ٿا. ان ڪري هنن جي پاڻ ۾ ٻڌي ڪرڻ سولي آهي. پر هاري ڇڙوڇڙ ۽ هڪٻئي کان پري رهن ٿا. تنهن هوندي به هو گڏجي سگهن ٿا، ٻڌي ڪري سگهن ٿا."

ان تي به ٻهراڙيءَ وارن جي ڪنن ۾ گونجڻ لڳندو هو:

”ٻڌي!“

”ٻڌي!“

”ٻڌي!“

مانجهيءَ چيو: ”يونين جي ڪري سياسي سجاڳي پيدا ٿي ٿي، انقلابي جذبو اڀري ٿو، ماڻهو پنهنجا انساني حق حاصل ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ٿو.“

پوءِ ڪڏهن ڪڏهن، مانجهي پنهنجي ڪارخاني جي يونين جا سجاڳ ساٿي به ڳوٺ ۾ آڻڻ لڳو. هو به ڳوٺاڻين ڪڇهرين ۾ ويهي پنهنجي ڪم جي طريقي ۽ ڪاميابين حاصل ڪرڻ جي وچور بيان ڪندا هئا. هارين کي پنهنجي حقن جو احساس ڏياريندا هئا ۽ انهن جو شعور بيدار ڪندا هئا.

پر وارن ڳوٺن مان به هاري ايندا هئا، مانجهي ۽ سندس ساٿين جون ڳالهيون ٻڌندا هئا، هنن کي دعوتون ڏئي پنهنجي ڳوٺن ۾ وٺي ويندا هئا ۽ اتي ميڙ ڪوٺائي، هنن جون ڳالهيون ٻڌندا ۽ سوال جواب ڪندا هئا.

هڪ ڀيري هڪ هاريءَ پڇيو: ”پاڻ اسان پنهنجي يونين کي ڇا سڏيون؟“

مانجهيءَ جي واتان خودبخود نڪري ويو: ”هاري سنگت.“

اهو نالو ماڻهن جي دلين جو آواز ٿي نڪتو.

هنن نعرا هنيا:

”هاري سنگت...“

”سدا جيئي !“
هاري سنگت ....“
”سدا جيئي!“
”هاري سنگت....“
”سدا جيئي!“



اهڙن ميڙن ۾ ڪچهرين ڪي ٻن سالن کان سرس عرصو ٿي ويو هو. هاڻي هن سڄي علائقي ۾ ”هاري سنگت“ قسم جي سجاڳي پيدا ٿي وئي هئي.

مزور اڳواڻن، ڀهراڙيءَ جي ڪن، سمجهو نوجوانن کي شهر جي ڪارخانن ۾ نوڪريون وٺي ڏنيون هيون، انهيءَ خيال کان ته ڪارخاني ۾ ڪم ڪرڻ سان پورهيت جو سياسي شعور وڌي ٿو ۽ هو اتي جي يونين جي ڪارڪردگي ڏسي، ڳوٺن ۾ ڪم ڪرڻ جوڳانءُ سگهي ٿو. اهڙا نوجوان پوءِ ڏاڍا ڪارائتا ثابت ٿيا. هي ڳوٺاڻا ۽ ڪورا چٽ هاڻي تقرير ڪرڻ ٻيهندا هئا، ته هنن جو جذبو ۽ سياسي ساڃهه ڏسي تپرس وٺي ويندو هو.

خود مانجهيءَ جي مثال مان پڌرو هو ته ٻن سالن اندر، هن جي ذهن ۾ ايتري سجاڳي آئي هئي، هن ايترو ڪمايو هو، هن ايترو حاصل ڪيو هو، هن ايترو پرايو هو، جو، هن جي پاڙن، هن جي پيءُ، هن جي ڏاڏي، هن جي گذريل ڏهن پيڙهين، صدين ۾ به نه ڪيو.



هارين جي تنظيم هاڻي ٻئي دور ۾ گهڙي رهي هئي. پهرئون دور هو ”مانيٽي هلچل“ جو. هارين ۾ ذهني سجاڳي پيدا ڪئي وئي. هنن ۾ پنهنجي حقن، طاقت، تنظيم ۽ ٻڌيءَ جو شعور ۽ احساس پيدا ڪيو ويو.

ٻيو دور ٿيندو آهي ”پڌري هلچل“ جو. هاري سنگت جي شاخ کولي وئي. گڏجاڻيون ۽ ميڙ ٿيا. آئينڊي ڪم جو طريقو طئہ ڪيو ويو. پنهنجن حقن حاصل ڪرڻ لاءِ پروگرام بڻايا ويا. ظلم جي مقابلي ڪرڻ واسطي سٿا سٿي وئي.

هاري سنگت جا ڪيئي هزار ميمبر بڻجي چڪا هئا ۽ اهو تعداد تيزيءَ سان وڌي رهيو هو.



شهر ۾ مزور اڳواڻ، شاگردن سان لهه وچڙ ۾ رهندا هئا، ۽ سياسي سرگرمين ۽ هڪٻئي جي تحريڪن ۾ هڪٻئي جو سات ڏيندا ۽ همدردي ڏيکاريندا هئا.

هڪ ٻيري شاگردن جي پنهنجيءَ خواهش تي هاري سنگت وارا ٻن شاگردن کي پاڻ سان ڳوٺن ۾ وٺي آيا. جنهن پارٽيءَ سان هي شاگرد ڳانڍاپيل هئا، تنهن جا سياست جي باري ۾ ڪي خاص اصول ۽ نظريا هئا. مثال طور:

هنن جو چوڻ هو تہ جئن تہ شاگرد، قوم جو سجاڳ ۽ باشعور طبقو آهي، ان ڪري هو ملڪ جي سياسي حالتن کان ضرور متاثر ٿين ٿا ۽ ان ڪري ڪيترين ئي تحريڪن ۾ عملي طرح ٽپي پون ٿا. صدين کان وٺي هو سياست ۾ ڀهرو وٺندا آيا آهن. دنيا جي وڏن وڏن انقلابن ۽ تحريڪن

۾ هنن جو چڱو خاصو حصو پڻ رهيو آهي. روس، فرانس، چين، ڪوريا، ويٽنام، بنگلا ديش، هندستان ۽ آفريڪا جي ڪيترن ملڪن جي انقلابن ۽ هلچلن ۾ شاگردن پاڻ پڻ ملهايو آهي.

هنن شاگردن جا بنيادي اصول هي هئا:

شاگردن جو پهريون ڪم آهي علم پرائڻ ۽ تعليم حاصل ڪرڻ. جو ته سائنس پڙهي ۽ چڱاڻ حاصل ڪري ماهر انجنيئر، ڊاڪٽر، سائنسدان، رياضيدان، اقتصاديات جا ماهر، زرعي ماهر، جنگي هٿيارن ۽ باروت ناهڻ جا ماهر ٿيڻ ئي ملڪ ۽ قوم لاءِ ڪارائتو عمل آهي ۽ سياسي تحريڪن ۽ هٿياربند جدوجهد لاءِ ضروري. ان طرح اينڊرزنسل سٽربل ۽ ديس کي ترقي وٺائڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪرڻ جي لائق ٿئي ٿو.

ان کان پوءِ هو سياست ۾ حصو وٺن. پر سياست ۾ حصو وٺندڙ خواهشمندن کي پهرين سياست کي چڱيءَ طرح سمجهڻ گهرجي. ان مقصد واسطي، هنن شاگردن ”اپياسي ڪچهريون“ قائم ڪيون هيون. هفتي ۾ هڪ يا ٻه ڀيرو هو گڏجاڻي ڪري، اتي سياست جو اپياس ڪندا هئا. ان موضوع تي بحث مباحثو ۽ خيالن جي ڏي وٺ ڪندا هئا. سياست جي بنيادي اصولن کان باخبر ٿيندا هئا. دنيا جي موجوده سياسي حالتن جي ڇنڊ ڇاڻ ڪندا هئا. دنيا جي وڏن انقلابين جهڙوڪ مارڪس، لينن، مائوزي تنگ، هوچي من، فيڊرل ڪاسٽرو ۽ ٻين اهڙن جي جيون چرتر ۽

سندن تحريڪن جي باريڪ بينيءَ سان مطالعو ۽ ڇنڊڇاڻ ڪندا هئا. دنيا جي تازن انقلابن جهڙوڪ روس، چين، ويتنام ۽ انگولا تـي ڪتاب پڙهندا هئا ۽ گوريلا جنگين خـاص ڪري ويتنامي، فلسطيني ۽ آفريڪي گوريلان بابت پنهنجي ڄاڻ وڌائيندا هئا.

عملي تحريڪ لاءِ هنن جـو ڀرپور توجهه هو پنهنجي تعليمي ۽ شـاگردي حقن مڃائڻ تـي، قوم جـي ڪنهن به انقلابي تحريڪ ۾ هـو ڀوڳتي نه هٽندا هئا. هـو ڪنهن به سياسي پارٽيءَ سان سڌي طرح ڳنڍيل، ان جا انڌا پوئلڳ يا رانديڪا نه هئا. هو فقط ان سياسي پارٽيءَ جـي پٺڀرائي ڪندا هئا، جنهن جـو سياسي نقطي نگاهه انقلابي ۽ سندن پنهنجي ٽوليءَ سان ٺهڪندڙ هو.

هنن جوهڪ بنيادي نظريواهو به هو ته هن ديس ايران ۾ هارين جي گهڻائي آهي ۽ اهي ڀهراڙيءَ ۾ رهن ٿا ان ڪري هتي صحيح معنيٰ ۾ ايستائين انقلاب نـه ايندو، جيستائين هاري ان ۾ شعوري ۽ عملي طرح حصو نه وٺندا. ان ڪري هو موڪلن ۾ جتا ناهي ڳوٺن ۾ نڪري پوندا هئا ۽ هارين کي سجاڳ ڪرڻ لاءِ هنن کي سمجهائيندا ۽ همٿائيندا هئا. هنن کـي وهم ۽ جهالت کان ڇوٽڪاري ڏيـارڻ لاءِ هو دليل پيش ڪندا هئا، ۽ هنن کي اهو ذهن نشين ڪندا هئا ته هـارين کي پاڻ تي ڀاڙڻو آهي ۽ هنن کي پنهنجي ئـي طبقي مان ليڊر پيدا ڪرڻا آهن.

هن ٽـي پارٽيءَ جا ٻه شاگرد هنن ڳوٺن ۾ دوري تي

آيا. انهن مان لطيف وڏيڪ چست ۽ عملي نوجوان ٿي لڳو. هو قداور، رنگ جو ڀورو ۽ جاڻو جوان هو، هن جي اکين ۾ تيزي ۽ چمڪ، مٿي جا وار ڪيارڙيءَ تائين وڌيل، شاندار شهپر، چپن تي سدائين شرير مرڪ هئي، ائين لڳندو هو ڄڻ سڄيءَ دنيا تي هو ٽوڪون ڪري رهيو آهي. گهڻي ڳالهائڻ جي عادت هئس. ڪچهريءَ ۾ بحث مباحثو ڪندي مات ڏي ڪونه ڪندو هو. پر هن جو ڳالهائڻ چٽو ۽ وڻندڙ هو ۽ سندس دليل دل ۾ چڀندڙ ۽ يقين پيدا ڪندڙ هئا.

هو پاڻ ڳوٺاڻو هو. سندس پيءُ پنهنجي ڳوٺ جي اسڪول ۾ ماستر هو. ان ڪري هو ٻهراڙيءَ جي رهڻي ڪرڻيءَ تي هريل ۽ ڳوٺاڻي جيوت جو واقف هو.

جنهن به ڳوٺ ۾ ويندو هو ته اتي سوچيل سمجهيل پروگرام رکندو هو. ڏينهن ڏرڻي هو راندين جو پروگرام ٺاهيندو هو. ٻهراڙيءَ جون رانديون جهڙوڪ ٻلهاڙو، ونجهوٽي، ڪوڏي ڪوڏي ۽ ملهه، ڪرائيندو هو. ان لاءِ هو باقاعدي ٽيمون ٺاهي، هرهڪ کي جدا نالو ڏئي، انهن ۾ مقابلا ڪرائيندو هو. ان ڪري چٽاڀيٽيءَ جو شوق ۽ سرسي ڪرڻ جو جذبو جاڳندو هو.

سومهڻيءَ جو ڪچهري لڳائيندو هو. شروعات 'هوجمالي' يا ڪنهن ٻئي لوڪ ناچ سان ٿيندي هئي. ان جو هواڳواٽ ئي بندوبست ڪري ڇڏيندو هو. دهل ۽ شرنائين وارن کي تيار ڪري ڇڏيندو هو. جتي اهڙا ماڻهو نه ملي سگهندا هئا، اتي هو پاڻ سان آندل پنهنجو ٽيپ رڪارڊ (آواز بند)

وڄائيندو هو. ان ۾ ’هو جمالو‘ ۽ ٻيا گيت پڙهيل هئا.
دهل شرناين يا آواز بند شروع ٿيڻ تي ڪپل گهوناٽا داڙهو
ڏاهي، هو جمالو ناچ نچڻ لڳندا هئا. هي ٻئي شاگرد به
هن سان دائري ۾ شامل ٿي نچندا هئا.

پوء ٻهراڙيءَ جي نموني ويٺل ڪچهري لڳندي هئي.
ڳجهارتون، ڳالهيون، ٽوٽڪا، پنهنجا مسئلا بيان ڪرڻ،
سڀ ڪجهه ٿيندو هو. وچهه وٽي، لطيف سياست جي ڪنهن
نه ڪنهن پهلوءَ تي تقرير به ڪري ويندو هو.

هڪ لڳا، جمهوريت تي ڳالهائيندي هن چيو:

چون ٿا ته هن ملڪ ايران ۾ جمهوريت آهي. چون
ٿا ته جمهوريت جو مطلب آهي گهڻائيءَ وارن جو راڄ.
پر هتي گهڻائيءَ وارن جو راڄ ڪٿي آهي؟ هتي گهڻائيءَ
۾ آهن پورهيت ۽ هاري، پر حڪومت آهي وڏيرن، پيرن
۽ سرمائيدارن جي، جي ٿورائيءَ ۾ آهن. هتي گهڻائيءَ
وارن جي حڪومت ڪانهي. ودڌ ۾ ودڌ ايترو چئي سگهجي
ٿو ته گهڻائيءَ وارن کي به ووٽ ڏيڻ جو حق آهي. پر
حاڪم ٿورائيءَ وارا پرمار طبقي جا ماڻهو آهن. هتي چونڊن
جو سرشتو آهي ئي اهڙو، جنهن ۾ هاري ۽ پورهيت نه
اميدوار بيهي سگهن ٿا ۽ نه کٽي سگهن ٿا. اسيمبلين جا
ميمبر ۽ وزير فقط پرمار طبقي جا ماڻهو ٿي سگهن ٿا. ان
ڪري اها وڏن ماڻهن جي جمهوريت آهي. اسان کي پورهيت
طبقي وارن جي جمهوريت قائم ڪرڻي آهي. اسان کي
”عوامي جمهوريت“ کپي. اهڙي جمهوريت تڏهن ايندي،

جڏهن پرمار طبقو ختم ڪيو ويندو، جڏهن ملڪ ايران ۾ طبقاتي نظام نہ رهندو، جڏهن پيرن، سرمائيدارن ۽ وڏيرن جو وجود ختم ٿي ويندو. ان حالت ۾ ووٽ ڏيڻ وارا، اميدوار بيهڻ وارا توڙي چونڊجي اچڻ وارا فقط هاري ۽ پورهيت هوندا. تڏهن ئي سچيءَ معنيٰ ۾ جمهوريت ايندي، عوامي جمهوريت، يعني هارين ۽ پورهيتن جو راڄ ٿيندو، عوام جو راڄ، عوام جي حڪومت، توهان جو راڄ، توهان جي حڪومت.

تيستائين وڏن ماڻهن تي چونڊن ۾ اميدوار بيهڻ تي قانوني بندش وڌي وڃي. ڪنهن زماني ۾ هندستان جي مرڪزي اسيمبليءَ واسطي فقط اهڙا زميندار ووٽ ڏيئي سگهندا هئا، جي ساليانيءَ ڍل تي هزار يا ٽن ڪان وڌيڪ ڏيندا هئا. هاڻي ائين ڪيو وڃي، جو جيڪو پنهنجي پيسن جي زور تي ڪمائي ٿو، جهڙن زميندار ۽ شاهوڪار، ۽ جيڪو رکيو ٻين جي ڪمائيءَ تي پلجي ٿو، جهڙن ملو ۽ پير، سو چونڊن ۾ اميدوار بيهي نہ سگهي. اهائي صحيح جمهوريت ٿيندي. اها ئي گهٽائيءَ وارن جو راڄ پيدا ڪندي. پورهيتن ۽ هارين جا عيوضي پورهيت ۽ هاري ٿي سگهن ٿا ۽ نہ زميندار، ڪارخانيدار يا پير. ڀلا سرمائيدار، پير ۽ وڏيرا ڪيئن هارين کي حق ڏيندا يا هنن جي فائدي ۾ فيصلا ڪندا. هو تہ پاڻ هارين ۽ پورهيتن جا حق هڙپ ڪندڙ ۽ پرمار آهن. جمهوريت اها صحيح چئبي، سياست اها ملڪ کي خوشحال بنائيندي، انقلاب اهو ڪامياب ٿيندو، جنهن

جي اڪثريت پورهيت طبقو ڪندو.

جمهوريت ۾ ٻيو سوال آهي صوبن جو. ڪنهن ملڪ ۾ هڪڙا ننڍا وڏا صوبا آهن، جن ۾ ايراضي ۽ آدمشماريءَ جي لحاظ کان وڏو فرق آهي، ته انهن جو پاڻ ۾ فائدن ۽ نقصانن جو ٽڪر ٿيندو. سمجهو ته ڪنهن ملڪ ۾ ٻه صوبا آهن. هڪ صوبي جي آدمشماري ٻئي صوبي کان ٽيڻي آهي، جيئن اسان جي صوبي ڪردستان جي پيٽ ۾، تهران صوبي جي. ظاهر آهي ته هن ملڪ جي اسيمبليءَ ۾ ٺهراءُ پيش ڪيو ٿو وڃي ته ننڍي صوبي جي زمين، وڏي صوبي جي رهاڪن کي ٻه ڏني وڃي. جيئن ته هن ٺهراءَ ۾ وڏي صوبي وارن جو فائدو آهي، ان ڪري هو سڀئي ان ٺهراءَ جي پٺڀرائي ڪندا. ننڍي صوبي وارا ڏسندا ته ان ٺهراءَ ذريعي سندن حق ڦٻايو ٿو وڃي، ته هو ان ٺهراءَ جي مخالفت ڪندا. پر جيئن ته وڏي صوبي وارن جي اسيمبليءَ ۾ گهڻائي آهي، تنهنڪري اهو ٺهراءُ بحال ٿي ويندو. ساڳئي نموني نوڪرين ۽ روزگار جي باري ۾ به وڏي صوبي وارن جي راءِ قائم رهندي. اهڙيءَ طرح ننڍو صوبو،وڏي صوبي وارن جو غلام ٿي رهندو ۽ هنن جي بيٺڪ بڻجي ويندو.

پوءِ ڪير چوندو ته اهڙي جمهوريت صحيح آهي؟

جمهوريت ۾ سياسي پارٽيءَ جو سوال به اچي ٿو. چيو وڃي ٿو ته پارٽيءَ جي ميمبر کي هرحالت ۾ پارٽيءَ سان ووٽ ڪرڻو آهي. هاڻي وٺو مٿئين ٻن صوبن واري ملڪ جي مثال کي. مرڪز ۾ جيڪا پارٽي طاقت ۾ هوندي ۽

جنهن جو راڄ هوندو، ان جي اسيمبلي پارٽيءَ ۾ پنهي صوبن جا ميمبر هوندا. جڏهن سوال اٿندو تہ وڏي صوبي جي ماڻهن کي بہ ننڍي صوبي ۾ زمين ۽ نوڪريون ملي سگهن ٿيون ۽ سڄي ملڪ ۾ ٻولي بہ انهن جي هلي ۽ ننڍي صوبي وارن جي ٻوليءَ جا رڳو اسڪول بہ پورا نہ هجن ۽ اها ڪورٽن ۽ سرڪاري آفيسن ۾ بہ نہ هلي، تہ ظاهر آهي تہ ان پارٽيءَ جا ننڍي صوبي وارا ميمبر يا گهٽ ۾ گهٽ ڪي ميمبر دلي طرح انهن ٺهرائن جي خلاف هوندا. پر جمهوريت جي روايت ۽ پارٽي تنظيم جي تقاضا آهي تہ هو ووٽ پنهنجي پارٽيءَ وارن سان ڏين. پارٽيءَ سان اهڙي قسم جي وفاداري ۽ شخصي راءِ جي پڌرائيءَ تي پابندي غير جمهوري آهي. جمهوريت جي اها روايت بيجا آهي. اهڙيءَ حالت ۾، جي اسيمبليءَ ۾ سڀني صوبن کي هڪجيتري نمائندگي ڏني وڃي، تہ بہ پارٽيءَ جي پابنديءَ ڪري، ۽ ٻين ڳالهين ڪري ننڍن صوبن سان ڪنهن نہ ڪنهن طرح ناانصافي ضرور ٿيندي.



هڪ پيري ڳوٺاڻن کي "سامراجيت" جو مطلب سمجهائيندي چوڻ لڳو:

توهان ٻڌو هوندو تہ آمريڪي سامراجي آهن، انگريز سامراجي آهن، پورچوگيز سامراجي آهن، يهودي سامراجي آهن. سامراجي انهن کي چئبو آهي، جي ٻين جي ملڪ ۾ وڃي، اتي پنهنجي راڄ قائم ڪن ۽ اتي جي اصلي رهاڪن

کي سياسي غلام بڻائين. پيا سامراجي اهي آهن، جي ڌارئي ديس ۾ اتي جي واپار، پيداوار جي ذريعي ۽ ملڪيت ۽ روزگار جي وسيلن تي قبضو ڪري، اتي جي اصلي ديسواسين کي اقتصادي غلام بڻائين. پوءِ هو دولت لٽي، پنهنجي ملڪ ڏي ڪڍي ويندا آهن. هي سامراجي، پنهنجو مقصد ديسي دلالن ذريعي حاصل ڪندا آهن. هي دلال يا ڇاڙتا پرمار طبقي جا هوندا آهن.

يهودين جي اسرائيل ۾ حيثيت سامراجين واري آهي. هنن اتي جي اصلي رهاڪن، فلسطينين، کي حڪومت، ملڪيتن، جائداد، نوڪرين، روزگار جي ذريعن، ٻوليءَ ۽ سڀيتا کان محروم ڪري ڇڏيو آهي. اهڙيءَ طرح اسان وٽ ايراني پڻ، يهودين سامراجين جو پارٽ ادا ڪري رهيا آهن. هنن اسان جي ملڪيتن، زمينن، پيداوار جي ذريعن، نوڪرين ۽ ڪارخانن تي اڳي قبضو ڪيو آهي ۽ اسان کي پنهنجي ديس ۾ پرديسي ٿي رهڻ تي مجبور ڪيو آهي ۽ اسان تي پنهنجي ايراني ٻولي ۽ سڀيتا مڙهي آهي. هتي انهن پرديسي سامراجين جا دلال آهن زميندار، پير، ملا، سياستدان ۽ ڪامورا.

ظاهري طرح اسان کي پنهنجا هي زميندار، پير، ميمبر، وزير ۽ ڪامورا اقتدار ۾ ۽ ڪرسين تي نظر اچن ٿا، پر حقيقت ۾ هو انهن ايراني سامراجين جي اشاري تي هلن ٿا، انهن کان ڪن هڻن ٿا، انهن جي ناراضپي کان ڊڄن ٿا، ۽ انهن سان ٻيٽ ٿي پنهنجن کي نقصان پهچائن ٿا.

اهڙيءَ ريت اسان جا ٻه ازلي دشمن آهن: هڪڙا ڌرديسي سامراجي ۽ ٻيا ديسي زميندار، پير، ملا، سرمائيدار ۽ ڪامورا. ٻئي ڌريون اسان جون ڌرمار آهن.

تاريخ جي شروعات کان وٺي، اسان جي ديس واسين واسطي ڌارين جو مسئلو ٻئي رهيو آهي. ڌاريا هتي ٻئي آيا آهن ۽ انهن حملا ٻئي ڪيا آهن. هنن هتي جي ڀرامن فضا کي خراب ٻئي ڪيو آهي، هتي ڦرلٽ، ظلم ۽ خونريزي ڪئي آهي، هتي جي مال دولت هتان ڪڍي، پنهنجي ملڪن ۾ پهچائي آهي. ان ڪري هتي نه رڳو صلح سانت ۾ وگهوڙ ٻئي رهيو آهي، پر ملڪ جي ترقي ٿي نه سگهي آهي.

هاڻي جڏهن اسان ۾ اهو احساس ۽ اها سمجهه پيدا ٿي چڪي آهي ته ڌاريا ئي اسان جي ديس ڪردستان جي ترقيءَ جي راهه ۾ رڪاوٽ ٻئي بڻيا آهن ۽ انهن ئي اسان کي سک سلامتي ۽ مال دولت کان محروم ٻئي ڪيو آهي، تڏهن، اسان کي اها رڪاوٽ پنهنجي راهه مان هميشه لاءِ هٽائڻي پوندي.

تازو اسان جي اکين آڏو بنگلاديش ۾ جيڪي غيربنگالي پنجويهن سالن کان رهيا پيا هئا، انهن کي اتان لوڏي ڪڍيو ويو. يوگنڊا مان انهن غير يوگنڊين کي، ۽ ويتنام مان انهن غير ويتنامي چينين کي هڪالي ڪڍيو ويو، جي اتي ستر، اسي، نوي سالن کان رهيا پيا هئا، ۽ جن اتي جي ڌن دولت ۽ ملڪيتن کي ته پنهنجو بڻايو، پر اتي جي قوم ۾ پاڻ کي جذب نه ڪيائون.

اهڙيءَ طرح اسان کي ٻه هٿي جي سامراجين کان پنهنجي ملڪ کي صاف ڪرڻو پوندو، جيڪي اسان ڪردن سان گڏجي، اسان ۾ جذب ٿيڻ ۽ اسان سان هڪ ٿيڻ لاءِ تيار نه آهن.

پر هڪڙي ڳالهه، جنهن جي ڳوراڻ اسان کي محسوس ڪرڻ کپي، سا هيءَ آهي ته قومي هلچل کي طبقاتي تحريڪ کان نه الڳ ڪرڻو آهي ۽ نه اڳ پوءِ ڪرڻو آهي. ٻئي وڏيون سا ڳئي وقت هلڻيون آهن، جئن پرمار طبقو ڪنهن غلط فهميءَ ۾ نه پوي ۽ نه غلط فائدو وٺي. هندستان ۽ بنگلاديش جا مثال اسان جي سامهون ٿيا آهن. انگريز سامراج کان آجي ٿيڻ خاطر، هندستانين وڏو مقابلو ڪيو، وڏي جدوجهد لڙي، پر ان وقت اتي طبقاتي هلچل ڪانه هئي. جڏهن هنن قومي جنگ کٽي ۽ انگريزن کان آزادي ورتائون تڏهن پورهيتن، هارين ۽ عام ماڻهوءَ کي پنهنجي معاشي، پنگتي ۽ راڄنيتي حالتن ۾ ڪو فرق نظر نه آيو ۽ اڄ ڏيهن سالن گذرڻ کان پوءِ به ڪو فرق نظر نٿو اچي. هو ڏتڙيل جا ڏتڙيل ۽ پيڙيل جا پيڙيل آهن. سڄو فائدو پرمار طبقي ورتو، ۽ هو انهن ساڳين ڌارين قومي آقائن جا دلال ٿي ڪم ڪرڻ لڳا. انهيءَ ڪري پورهيت، هاري ۽ عوام محسوس ٿي ڪونه ڪيو آهي ته آزادي ڇا ٿيندي آهي؟

هوڏانهن افغانستان ۾ انقلاب آيو ته ٻن مهنن اندر اتي زميندارين ختم ڪيون ويون ۽ هاري زمين جا پاڻ مالڪ بڻجي ويا. هو جيڪي ڪيڙين ۽ پوکين تا، ان جي سڄي

اهت پاڻ کڻن ٿا. ان ڪري هنن ڪــي پنهنجي خوشحاليءَ جو احساس ٿيو آهي ۽ انقلاب ڪري فرق محسوس ڪيو اٿائون.

لطيف ۽ مانجهي هاچل ۾ گڏ ڪم ڪرڻ لڳا.

لطيف ماڻهن کي سيکاريو هيءُ هو، تــه جڏهن بــه ۽ جنهن وقت به توهان مان ڪنهن هاريءَ، ڪڙميءَ، ڪاسبيءَ پورهيت يا ضاعفان تي وڏيرو يا ڪامورو يا پوليس وارو يا ٻيو ڪو ظالم معمولي کان معمولي به ظلم يا ڏاڍائي ڪري يا ان جي بيعزتي ڪري، ته بنا دير ان جاءِ تي سون جي تعداد ۾، هزارن جي تعداد ۾، بلڪ لکن جي تعداد پهچي وڃو. جتي به هجو، ڪهڙا به ضروري ڪم هجن، سڀ ڦٽا ڪري، پنهنجي مظلوم ڀاءُ جي بچاءَ لاءِ سينهن واءُ ٻنجي اچي ڪڙڪو.

اهڙن گهٽنائن جــي خبر پهچائڻ لاءِ هن نــرالــو طريقو اختيار ڪيو. هن هر وسندي، هر واهڻ ۽ هر ڳوٺ ۾ نغارا رکائي ڇڏيا. ان کي وڄائڻ واسطي مــاڻهو مقرر ڪيائين. جنهن ڏي ڪنهن واردات جي ڪڙڪ پوندي هئي ته اهو ماڻهو اهــو نغارو خاص نموني وڄائڻ شروع ڪندو هــو. هڪدم مــاڻهو اتــي پهچندا هئا. آيلن کي واردات واري جڳهه تــي پهچڻ جو حڪم ڪيو ويندو هو. ڪي ماڻهو ٻين پر وارن ڳوٺن ڏي ڀڄندا هئا. اڏين سيني ڳوٺن ۾ نغارا وڄڻ لڳندا هئا ۽ هزارن جا هجوم هٿيارڪنيو اچي واردات واري جڳهه تي ڪڙڪندا هئا ۽ ظالم جو مقابلو ڪندا هئا.



ٻريل ٻنڌ جا ٽانڊا ۽ چڻنگون رک ۾ چمڪي رهيون آهن. مالجهي ۽ لطيف لانڊيءَ جي اونده ۾ سمهيا پيا آهن. هو هيٺ ڌرتيءَ تي ننڊن تي ستل آهن. هڪ هڪ پراڻي رلي هيٺان ۽ ٻه ٻه مٿان. هيءَ سخت سيءَ جي جهلڻ لاءِ اهي ڪافي ڪونهن، پر شام کان وٺي ٻنڌ ٻريو پئي، ان ڪري هو گرم ٿي ويا آهن. جيڪو ٿورو گهڻو ٿڌ جو احساس اٿن، سو به پنهنجي گرما گرم بحث ۾ وساري ٿا ڇڏين:

”دنيا جون مکيه انقلابي قوتون هاري ۽ مزور آهن، ڇو ته اهي سموري دولت پيدا ڪندڙ آهن. هنن جي ڪمايل دولت تي ئي سارو سنسار هلي ٿو، وڌي ۽ ويجهي ٿو، ترقي ۽ ارتقا ڪري ٿو. هو ڪاڻاپي ۾ به وڌيڪ آهن. پر آهن وري سڀني انسانن ۾ وڌيڪ ڦرجندڙ، لٽجندڙ ۽ مظلوم. انڪري انهن ۾ ئي گهڻي ۾ گهڻو انقلابي جذبو پيدا ٿي سگهي ٿو.“

”انهن مان، يعني مزورن ۽ هارين مان مزور انقلاب جي اڳواڻيءَ جي لياقت رکن ٿا، ڇو ته هو وڌيڪ سجاڳ ۽ منظم ۽ ڪم ڪرڻ جي جاءِ تي جهجها ۽ ڪٺيل آهن.“

”پر اسان جي ديس ڪردستان ۾ ديسي هارين جي گهڻائي آهي، باقي ديسي مزور اٽي ۾ لوڻ برابر آهن. جتي صنعتي ترقي ٿي آهي، اتي مزورن جي وڏي گهڻائي ڌارين ۽ پرديسين جي آهي. اهي پرديسي مزور، پرديسي سرمائيدارن ۽ سندن دلال مزور اڳواڻن جي اثر هيٺ اچي، اسان جي

ديس جي قومي انقلاب جي جاکوڙ جي مخالفت ڪندا رهن ٿا ۽ اڪثر پڻ ڪجھ وقت تائين ڪندا رهندا. ان حالت ۾ انقلابي جاکوڙ لاءِ پرديسي مزورن تي ڀاڙڻ، ديسي عوام جي فائدي ۾ نہ رهندو.“

”ان جو مطلب اهو نہ آهي تہ ايستائين پير پير تي چاڙهي ويهجي، جيستائين ديسي ڪرد مزورن جو تعداد ڪافي ٿئي ۽ تنهن کان پوءِ انقلاب جون تياريون ڪجن. ايستائين تہ اسان جي وجود کي ئي ختم ڪيو ويندو.“

”نہ، انتظار ڪرڻ جو سوال ئي ڪونهي. ديسي ڪرد هارين ۾ بہ ڪافي حد تائين انقلاب جو جذبو جاڳيل آهي. جي اڳواڻي ڪرڻ لاءِ ڪافي مزور اڳواڻ نہ آهن تہ ديسي دانشورن، شاگردن ۽ پڙهيل پورهيتن کي اڳتي وڌڻ گهرجي. هو ذهني انقلاب جي اڳواڻي ڪرڻ لاءِ هر طرح موزون آهن. ديسي هارين ۽ پورهيتن کي اهو وسارڻ نہ گهرجي تہ هن ديس ۾، جي ڌاريا ۽ پرديسي مزور ديرو ڄمائي ويٺا آهن، سي پڻ سامراجين ۽ سرمائيدارن جا ايجنٽ آهن، ڇو تہ اهي انهن سان ڦرلٽ جي مال يعني پرماري ۾ ڀاڱي ڀائيوار آهن، ۽ انهيءَ ڪري هو هتي اسان وٽ انقلاب جا خواهان ڪونہ آهن.“

”اسان جي ديس ڪردستان ۾ جاگيرداري ۽ زمينداري دور آهي. ان ڪري اسان کي انقلاب آڻڻ خاطر، سرمائيداري نظام اچڻ جو انتظار ڪرڻ نہ گهرجي، پر هارين ۽ ٿورن گهڻن پورهيتن کي سڌو سوشلزم آڻڻ لاءِ جاکوڙ ڪرڻ

گهرجي.“

مانجهيءَ جي هڪ ٻئي سوال جي جواب ۾ لطيف هن کي ٻڌايو:

”اسان جي هن شاگرد پارٽيءَ ۾ هٿياربند هلچل جي اهميت تي زور ڏنو ويندو آهي. شاگردن کي ٻڌايو ويندو آهي ته انقلاب آڻڻ لاءِ کهاڙيءَ جو جواب کهاڙيءَ سان ڏجي ۽ بندوق جو جواب بندوق سان. وڏيرن جي هٿياربند لشڪر کي شڪست ڏيڻ لاءِ هارين جو پنهنجو لشڪر هجڻ گهرجي. هارين جي لشڪر جي تنظيم ۽ اڳواڻي ڪرڻ جي سکيا ڏيڻ لاءِ شاگردن تي جهجهي محنت ڪئي ويندي آهي. پوءِ اهڙا شاگرد مان ڳي مان ۾ پنهنجي ڳوٺ پهچي ويندا آهن ۽ اتي هاري هلچل جي اڳواڻي ڪندا آهن. هو ”ٽر“ جي هاري ڪارڪنن جون گڏجاڻيون ڪندا آهن، بچاءَ لاءِ هارين جا جٿا ٺاهيندا آهن ۽ هارين جي هٿياربند تحريڪ جي اڳواڻي ڪندا آهن.“



جڏهن ان علائقي جي هڪ زميندار، بي سبب هڪ هاري دلاور کي بيدخل ڪيو، ته هارين ۾ تاءُ پکڙجي ويو. هنن کي پنهنجي تنظيم جي اثر آزمائڻ جو به موقعو مليو. هارين طرفان وفد ٺاهيو ويو، جو ان زميندار ۽ واسطيدار ڪامورن سان وڃي مليو. ڪم ڪونه ٿيو. هنن سياسي تحريڪ هلائڻ جو ٺهراءُ پاس ڪيو.

ويجهي شهر ۾ وڃي ٽن ٽن جي ٽولين ۾ بک هڙتال

ڪرڻ لڳا. هڙتال غير قانوني هئي، ان ڪري هو گرفتار ٿيندا ويا.

ٻن ٽن ڏينهن کان پوءِ پنهنجي قوم وارن مزورن ۽ شاگردن پڻ هڙتال تي ويهڻ ۾ هنن جو ساٿ ڏنو. ڪي هارياڻيون به ان ۾ شامل ٿيون. انهن ۾ مکڙي به هئي.

هيءَ هڙتال ٣٥ ڏينهن جاري رهي. سوَ کان مٿي هاري، مزور ۽ شاگرد گرفتار ٿيا ۽ اٺ عورتون پڻ.

دلاور به جيل ۾ پيو. جيل هن لاءِ نئون ڪونه هو. اڳي پڻ پوليس جي ڏاڍاين ۽ وڏيري جي عتاب ڪري هو ٻه ڀيرا سزا ڪاٽي چڪو هو. پر هن ڀيري هن کي اڳيون بيوسي، مايوسي ۽ غمگينيءَ جو احساس ڪونه ٿيو هو. هن ڀيري هن جو حوصلو بلند هو. پنهنجي حقن لاءِ ڪجهه ڪرڻ ۽ همت پيدا ٿيڻ ڪري هن کي خوشي ٿي رهي هئي. هن کي جيل اندر ڏاڍا عذاب ۽ ايذاءَ ٿي ڏنا ويا ۽ هن سان حيواني سلوڪ ٿي ڪيو ويو. پر هن کي پرواهه نه هئي. سياست جي عملي ميدان ۾ هن جو هي پهريون تجربو هو.

هو سوچڻ لڳو: اسان سياسي هلچل ۽ سياسي جنگ کان ڇو پٺي پري رهيا آهيون. لٺيون، ڪوڙها گٺس، گوليون ۽ جيلن کان ڪيبائڻ جو اسان لاءِ ڪهڙو سوال آهي. اسان هارين جي حياتي ته هونءَ به لاڳيتي جنگ آهي، لاڳيتي جاکوڙ آهي، لاڳيتو مقابلو آهي. اسان کي هروقت پنهنجي بچاءَ لاءِ لڙڻو پوي ٿو. وڏيرن جو ظلم، پوليس جو ظلم، ڪامورن جو ظلم. انهن کان بچڻ واسطي اسان کي هردم

وس هلائڻو ٿــو پوي. پنهنجي عورتن ۽ نياڻين جـي عزت
بچائڻ ۽ هنن جي بچائڻ يــا ڪجهي وجهه جي انديشي کان
سدائين چوڪس رهڻو پوي ٿو. پنهنجي ڍڳن ڍورن ۽ مال
جي چوري ٿيڻ جي ڊپ کان انسان کي راتين جون راتيون
جاڳڻو پوي ٿو. وڏيري جي پالتو شودن کان پنهنجي پڳ
بچائڻ لاءِ اسان کي ڏينهن رات خبردار رهڻو پوي ٿو. وڏيرو
پوليس سان ٻڌل ٿي، اسان کي ائين ئي جيل ڏياريندو رهندو
آهي—مثال طور هن جي ڪنهن ناجائز حڪم جي پچڪڙي
ڪئيسين، يا هن جي ڪا هوس اسان مـان پوري نه ٿي،
يا بيگر يا چيڙ تي وجهه کان انڪار ڪيوسين— ڪڏهن
غنڊا ائڪٽ، ڪڏهن ١٠٧ يـا ١١٠ قلم هيٺ، ڪڏهن
ڪو ٻيو الزام لڳائي.

وڏيرن جون سور سختيون، مـار موچڙو، ڦٽ لعنت،
گارگند، لتون مڪون، ڏنــڊا لڪڻ ته سدائين اسـان تي
وسندا رهندا آهن. ڪڏهن ڪڏهن ته ڪهاڙين ۽ بندوقن جو
ڪاچ پڻ بنائيندو آهي. بک ۽ بيماري ته اسان جو ورثو آهي.

سو هي جيل ۽ هي ايذاءَ ۽ عذاب اسان لاءِ نئين ڳالهه
ڪانهي ۽ اسان جي ٻاهر واري حياتيءَ کان گهٽ سخت
نه، ته وڌ سخت به ڪانهي. هتي ڪچي ڦڪي ٽي ويلا ماني
ته ملي ٿي. گهر ۾ تــه هڪ ويلو مس نصيب ٿيندو آهي.
جيل جون هي سختيون گهٽ ۾ گهٽ ڪنهن مقصد واسطي
ته آهن، پنهنجي حقن واسطي ته آهن. ان ڪري ڇونه پنهنجي
تنظيم ناهي پنهنجيون سڀ قوتون ظالم طبقي سان جنگ

جوڙڻ ۾ لڳائجن.



قيدي هارياڻين کي هڪ پوليس لاڪ اپ ۾ گڏ رکيو ويو. حقيقت ائين هئي ته کن کي جدا ڪوٺين ۾ رکڻ جي ڪوشش ڪئي وئي پر هنن جي سخت مخالفت ڪري هنن کي هڪ هنڌ واڙيو ويو.

مانجهيءَ جي سکيا ڪري مکڙيءَ ۾ ڪجهه وڌيڪ سياسي ساڃهه پيدا ٿي وئي هئي. ان ڪري هوءَ هنن قيدياڻين جي مهندار بڻجي وئي. شروعات کان ئي هنن سوچيو هو ته جيئن وڏيرا اسان جي عزت لٽڻ جي تاڙ ۾ هوندا آهن، تئين هي پوليسي بگهڙ به گهٽ ڪونه آهن، پر اسين ثابت ڪري ڏيکارينديونسين ته اسان شينهڻيون آهيون. پوءِ هنن فيصلو ڪيو ته اسان هڪ هنڌ رهنديوسين ۽ جي اسان مان ڪنهن کي الڳ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي يا اڪيلو گهرايو ويو ته ڏنڀ جواب ڏبو.

مکڙي سوچيندي هئي ته جيل ۾ اچڻ کان پوءِ جيل جو سارو ڊپ لهي ويو آهي. اسان لاءِ گهر ۾ ڳوٺ ۾ به ڪو گهٽ سخت حياتي ڪانه هوندي آهي. اتي به اسان کي ڪيترن وقتن تي مردن جي ڏر، هجڻ ڪري گهر ۾ اڪيلو رهڻو پوندو آهي ۽ پنهنجي مال ۽ عزت جي پاڻ سنڀال ڪرڻي پوندي آهي. هي سڀ سختيون ته وري به ڪنهن مقصد واسطي آهن. ان کان سواءِ مرد پائڙن سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي جاکوڙ ڪبي ته اها وڌيڪ اثر ائتي

ٿيندي ۽ منزل تي جلدي پهچبو.

هڪ رات هڪ سپاهيءَ ڪوٺيءَ جو در اچي کوليو ۽ مکڙيءَ ڏي اشارو ڪري چيائين تہ مون سان اچ، وڏي صاحب توکي بيان ڏيڻ لاءِ سڏايو آهي. سڀني قيدياڻيون اٿي کڙيون ٿيون ۽ چيائون تہ پوءِ سڀ ٿيون هلون. پر سپاهي ضد ڪرڻ لڳو تہ مکڙي اڪيلي هلي. مکڙي پاڻ ۽ ٻيون هڙئي عورتون صفا نابري واري ويٺيون. سپاهيءَ هڪ ٻئي سپاهيءَ کي سڏ ڪيو ۽ ٻئي گڏجي مکڙيءَ کي ٻانهن ۾ هٿ وجهي گهلڻ لڳا. عورتن وٺي شور مچايو ۽ اچي سپاهين تي ڪڙڪيون. نعرا هڻڻ سان گڏ هنن کي ٺڪ لعنت ڪرڻ ۽ رانيوڙا پائڻ لڳيون. چڪ هڻي مکڙيءَ هڪ سپاهيءَ جي ڪن جي پاپڙي ڪٽي وڌي ۽ ٻيءَ قيدياڻيءَ ٻئي سپاهيءَ جي هڪ هٿ جي آڱر ڏندن سان چيري ڇڏي. ٻئي سپاهي دانهون ڪندا، رت ڳاڙيندا، اهڙو تڪڙو وٺي ڀڳا، جو ڪوٺيءَ جو در بند ڪرڻ ۽ ان کي قلف لڳائڻ جي بہ همت ڪانہ ٿين.



هڪ ڀيري ڳوٺ ۾ مکڙيءَ، لطيف کي جڏهن اها سپاهيءَ کي چڪ واري ڳالهہ ٻڌائي تڏهن هن کلي چيس:

”ڀيڻ، مون جڏهن توکي ڀريرن ڀريرن ڏٺو هو، تڏهن تنهنجا سهڻا ۽ مضبوط ڏند ڏسي منهنجي ذهن ۾ بہ ويچار ايريا هئا: هڪ تہ اهي ڪنهن بهترين ٽٿ پيسٽ جو اشتهار تي سگهن ٿا ۽ ٻيو تہ ضرورت وقت اهي هٿيار جو ڪم

ڏيندا.“

هن تحريڪ جي سلسلي ۾ هوءَ ٻهرين پيرو شهر ۾ وئي هئي، پر اهو گهمڻ جو هن کي وجهه ڪونه مليو هو. مانجهيءَ هن کي چيو هو ته هو هن کي ان ڪان ٻه وڏو شهر گهمائڻ وٺي هلندو، جتي هوءَ گهڻو ڪجهه پرائي سگهندي. مکڙي ان سير سفر جو ٻچينيءَ سان انتظار ڪرڻ لڳي.



آڌي رات لڙي چڪي آهي. چانڊوڪي رات آهي، ڌرتي، آڪاس ۽ وايومنڊل اهڙا وڻندڙ ۽ من موهيندڙ ٿا لڳن، جو خيال ٿو ٿئي ته اونداهين راتين جو ته سمهڻ ۽ ننڊ ڪرڻ ٺيڪ آهي، پر ههڙيون خوبصورت راتيون ننڊ ۾ وڃائڻ قدرت جي حسين ترين نعمت کان پاڻ کي وانجهو رکڻ آهي. چانڊوڪي تہ خوشيءَ جا جشن ملهائي، رانديون ڪري، پيار جون ملاقاتون ماڻي، قرب جون ڪچهريون مچائي ۽ نظارن جو حسن ڏسي گذارجي.

پر ڳوٺ ستو پيو آهي. ڪڏهن ڪڏهن ڪنهن پارڙي جي روئڻ جو آواز ٻڌجي ٿو. رکي رکي ڪتن جي اونائڻ ايري ٿي. تڏين جي ”چين چين“ ۽ ڏيڏرن جي ”ٽان ٽان“ ٻه ٻڌجي ٿي. بعضي بعضي ڪن گهرن مان مينهن ۽ ڏاندن جي ڳچين ۾ ٻڌل چڙا وڄن ٿا.

ڪي پاڇا سڙڪ تي هلڻ بدران ٻوٽن ۽ ٻنين جي اوٽ ۾ چرندا نظر اچن ٿا. اهي ڳوٺ کي ويجها اچي پهتا آهن. ٻهرين تہ خيال رتي ٿي سگهيو تہ متان ڪي جانور هجن.

پر هاڻ پڪ ٿيڻ لڳي آهي ته انسان آهن. هو چار ڄڻا آهن ۽ هنن جو رخ انهيءَ جاءِ ڏانهن آهي جتي لطيف تڪيل آهي. جاءِ جي ويجهو اچن ٿا ته در وٽان هڪل ٿئي ٿي: ”ڪير همراهه آهيو؟“

جواب ڏيڻ بدران هنن مان ٻه ڄڻا هڪل ڪرڻ وارن تي هلان ڪرڻ لاءِ ڊوڙن ٿا ۽ ٻيا ٻه پٺ ٽپي اندر پهچن ٿا. هڪل ڪرڻ وارو بندوق ڇوڙي ٿو. سانتيڪي فضا ۾ ڌماڪو ٿئي ٿو. اڳ ۾ سمهيل ٽي ڄڻا سجاڳ ٿي وڃن ٿا، پر جيستائين پاڻ سنڀالن ۽ سنڀالن ۽ هٿيار تيار ڪن تيستائين حملي آور هنن تي ڪهاڙين جو وار ڪري ڏين ٿا. مقابلو شروع ٿئي ٿو. نعاري جي آواز تي ڪوڙ ڳوٺاڻا ۽ هاري پهچندا اچن ٿا.

حملي ۾ ويڙهه جو نتيجو: حملي آورن مان هڪڙو بندوق جي گوليءَ سان مري ويو، هڪڙو ڀڄي ويو ۽ ٻه ڄڻا زخميل حالت ۾ پڪڙيا ويا. اڳ ۾ سمهيل همراهن مان ٻن ڄڻن کي هلڪا زخم رسيا هئا، پر لطيف کي ڪاپاري ڌڪ لڳو هو ۽ هو بيهوش ٿي ڪري پيو هو. سيئي هن جي ڍهل ڌڪور ۾ لڳي ويا. هو جلديءَ هوش ۾ اچي ويو.

حملي ڪندڙن کان سچي ڪرائي وئي. ترُ جي زميندار ۽ پير واري هڪ پرڏيهي زميندار پاڻ ۾ صلاح ڪئي ته هارين جي هن هلچل کي ڪيئن ٻنجو ڏجي. هنن جو فيصلو بيٺو ته هارين جي اڳواڻن کي ختم ڪجي. ان سلسلي ۾ هنن لطيف کي قتل ڪرڻ لاءِ چار شودا موڪليا هئا، جن

٭ ٻہ ڏيهي هئا ۽ ٻہ پرڏيهي يعني ايراني.
پر حملي آور هنن ڳالهين کان بيخبر هئا تہ لطيف ۽
ٻيا قومي سپاهي ڪتي ٻہ اڪيلا نہ سمهندا هئا ۽ انهن مان
هڪڙو چئوواري واري تي پهرو ڏيندو هو، ٻيو تہ هنن وٽ رائيفل
۽ ٻيا اهڙا هٿيار هئا ۽ تيون تہ سچو راج هنن سان ٻڌل آهي.
هن واقعي ڪري ڪارڪنن کي ان ڇوڏيءَ جو ثبوت
ملي ويو تہ قومي ۽ طبقاتي دشمن کان ڪڏهن غافل رهڻ
نہ گهرجي.
لطيف جي جان تہ بچي وئي پر هو ڏاڍو ڪمزور ٿي
ويو هو ۽ زخم ڇٽڻ لاءِ ڪافي وقت درڪار هو. ان ڪري
سڀني مشورو ڪري هن کي مکڙيءَ جي گهر رهايو ۽ گهر
جي ڀاتين کي هن جي سنڀال جو ڪم سونپيو ويو.
مکڙي دل جان سان لطيف جي ٽهل ٽڪور ڪرڻ
لڳي: ملم پٽي ڪرڻ، دوا پيارڻ، ڪاڌو خوراڪ کارائڻ.
هوءَ هن جون ڳالهيون بہ ڏاڍي شوق سان ٻڌندي هئي ۽
ڪلاڪن جا ڪلاڪ ٻڌندي هئي ۽ ڪيترائي سوال پڇي
پنهنجي ڄاڻ وڌائيندي هئي. مکڙيءَ ڪري لطيف لاءِ
پنهنجي بيماري دلچسپ بنجي پئي ۽ هن کي تسڪين رهي
تہ هن جو اهو وقت بہ بيڪار نہ ويو.
مکڙي ڳوٺ جون ٻيون ڇوڪريون ۽ مايون بہ وٽي
ايندي هئي ۽ سڀ ويهي لطيف جون ڳالهيون ٻڌنديون
هيون. لطيف پنهنجي پستول ۽ بندوق سان هنن کي اهي
هٿيار هلائڻ سيکاريندو رهيو.

هو هنن کي ڀڙائيندو هو ته عورتن کي پنهنجي مردن جي همت وڌائڻ کپي ۽ جي ڪمزوريءَ جا اهڃاڻ ڏيکارين يا پوئتي قدم هٽائين ته هو هنن کي شرمائين. ساڳئي وقت پاڻ به ڪلهو ڪلهي سان ملائي هنن سان گڏ ظالم جو مقابلو ڪن. ڪو سندن عزت ۾ هٿ وجهي، ته اهي هٿ ڇٽي ڇڏين.



ڳوٺ جي هڪ گهر جي پڌر ۾ ڇهه ست مايون ويٺيون ڳالهيون ڪن:

”مڪڙي ته ڏاڍو هڏ ڏوکڻ ۽ مڙس ماڻهو تي پئي آهي. جڏهن کان وٺي مون هٿ پير لڏا آهن ته ڏهاڙي سانجهيءَ جو اچي منهنجيون چارئي ٻڪريون ڏهي ڏيندي آهي ۽ ڍڳن کي گاهه وجهندي آهي. چوندي آهي ته جيسين تون ڪجهه طاقت وٺين، تنهنجو اهو ڪم مان پئي ڪندس. صبح جو به اچي گهر کي ٻهاري ٻيو ڏئي ويندي آهي،“ پاڪل چيو.

”ادي سچ ٿي چوين. مان چار ڏينهن ڪٽسجي پيس ته روز ٻچڻ ايندي هئي ۽ گهر وارن لاءِ به لولا ٺقي ڏئي ويندي هئي. مٿي کي به ويهي زور ڏيندي هئي ۽ سٽي ڦڪي پياريندي هئي،“ نصيبان چيو.

”ڳوٺ ۾ جن جا ٻار اسڪول ۾ پڙهن نه ٿا وڃن تن جي مائرن کي اچي ٿياڻيندي آهي ته هو پنهنجا ٻار پڙهائڻ لاءِ وهارين.“ سدوريءَ چيو.

”سڪان جي شادي پنهنس ٿي پوڙهي پريل سان ڪرائي.

هن اڇي مکڙيءَ کي دانهن ڏني ته سون کي بچاءِ. مائي
شابس هجي هن ڇوڪريءَ کي. سڪان جي پيءُ کي وچي
سمجهايائين ۽ ٻچاڙيءَ ۾ ٽمڪي به ڏنائين. هوڏانهن پوڙهي
پريل کي به وچي سندس گهر ۾ شرمندو ڪيائين. نيٺ اهو
سنگ ٽٽي پيو."

"طبيعت وري اهڙي اٿس، جو ڪلائي ڪلائي پيٽ ۾
سور وجهيو ڇڏي،" نصيبان وري ڳالهايو.

"پيڻ، اها به ته ڳالهه ٻڌي هوندو ته تنهن ڏينهن وڏيري
جو پٽ گهوڙي تي پئي آيو. مکڙيءَ کي اڪيلو ڏسي،
هن کي ميچ ڏئي ڪا مذاق ڪيائين. مکڙيءَ به نه ڪئي
هم نه تم، گهوڙي جي واڳ جهلي، هن جي هٿ وارو
لڪڻ کسي وڏيري کي اهڙو زور سان پوٺ تي وهائي
ڪڍيائين، جو بلائي ڪائي هن وچي هيٺ ڦهڪو ڪيو.
آفرين هجي ڇوڪريءَ جي جگر کي،" ايمنان چيو.

"مانجهيءَ جي شهر مان اچڻ ڪان پوءِ ۽ لطيف جي
وري وري هتي چڪر ڏيڻ ڪري ۽ هنن جي ٻين سنگتين
سائين جي ڳوٺ وارن سان ڪچهريون ڪرڻ ڪري وڏيرو
به هاڻي ڳوٺ وارن ڪان ڪن هٿڻ لڳو آهي،" ساران چيو.

"ادي انهن جي ڳالهين ۾ ته ڪو جادو آهي. مانجهيءَ
۽ لطيف جون ڳالهيون ٻڌي ٻڌي ته مکڙي هيڏي هوشيار
بڻجي پئي آهي!" ايمنان چيو.

"مانجهي، لطيف ۽ هنن ٻين ڇوڪرن کي شاباس هجي.
ڏاڍي درجا ڏيندن. وڏيري ۽ وڏيري جي پٽن کي ڏاوڻ اچي

ويو آهي، نہ تہ ڳوٺ وارن جو ساهہ مٺ ۾ هوندو هو. مس مس هاڻي ٿڪ جو ساهہ کڻيو اٿئون. مار موچڙو بہ ڪونہ کن ۽ چيڙ ونگار کان بہ ڇٽي پيا آهيون. ٻنهي تي بہ هي ۽ ٻيا شهر جا جوانڙا وچيو ديري تـي ٻيهن ۽ وڏيري جي ماڻهوءَ سان حق حقي حساب ڪن. هاڻي اسان جي گهرن ۾ گڏندين جا پيٽ بہ آن سـان پرچڻ لڳا آهن. انهن ڏي تہ جيان ۾ وجي بہ دلاور هاريءَ کي بيدخل ٿيڻ کان بچايو. نہ تہ اڄ تائين ڪنهن وڏيري جـو حـڪم رد ٿيو آهـي!" پوڙهيءَ لطيفان چيو.

"پر چـاچي، اهو مٺو ماريو ڳجهہ ڳوهہ ۾ پيو سٺون سٺي ۽ وس هلائي. مـاٺ ٿـوروڏي ڪري وهندو،" ساران خيال ظاهر ڪيو.

"پـر واري ڳوٺ ۾ لطيف تي اڌن جي وڏيري جي ماڻهن حملو ڪيو ۽ انهن جي جاگٽ بني، تنهن هن وڏيري کي بہ سبق سيکاريو هوندو،" ايمٽان چيو.



لطيف پنهنجي تعليم پـوري ڪري چڪو هو ۽ مانجهي ڪارخاني جـي نوڪري ڇـڏي وري اچـي کيتي ڪرڻ لڳو هو.

لطيف جدا جدا ڳوٺن ۾ هلندو رهندو هو. جتي بہ ويندو هو تہ اتـي ونجهوڏي، ٻلهاڙي ۽ ڪوڏي ڪوڏيءَ جـون رانـديون نئين سر جياريندو ۽ همٿائيندو هـو. رات جـون ڪچهريون قائم ڪندو هو، جن ۾ ڳجهارتن ۽ راڳ جون

محفلون مچارائيندو هو.

موقعو ڏسي، پنهنجي دستور موجب، ڪچهريءَ ۾ قومي ڳالهيون به ڇيڙيندو هو. ڪڏهن ڪڏهن جدا جدا ڳوٺن جا پاڻ ۾ راندين ۽ ڳجهارتن جا مقابلا ڪرائيندو هو.

اڄ هن ڳوٺ ۾ اهڙا مقابلا هئا. راڳ جي محفل ۾ جڏهن سڀ مست ٿي جهومي رهيا هئا، تڏهن هن پنهنجي تقرير شروع ڪئي. ان ۾ هن چيو ته ”ڳجهارتن مان ظاهر آهي ته اسان جي ٻولي ڏاڍي وسيع ۽ شاهوڪار آهي. دنيا جي پلين ٻولين مان هڪ آهي. پر اسان جي ديس ڪردستان ۾ ان کي نظرانداز ڪيو ويو آهي. ان کي نه جائز قومي حيثيت ڏني وئي آهي ۽ نه سرڪاري. ان جي بدران اسان تي هڪ ڌاري پارسي ٻولي مڙهي وئي آهي. ريڊئي ۽ ٽيليويزن تي به اسان جي ٻوليءَ جا تمام ٿورا پروگرام ڏنا وڃن ٿا. اسان جو راڳ ڪيڏو نه مٺو ۽ مست ڪندڙ آهي، پر ان کي به گهربل اهميت نه ٿي ڏني وڃي.

”حقيقت ۾ اسين ٻن قسمن جي غلامين ۾ پيڙجي رهيا آهيون: هڪڙي قومي غلامي ۽ ٻي طبقاتي غلامي. قومي غلاميءَ جو مطلب آهي ته ڌاريا (ايراني) اسان جي زمينن، ملڪيتن، ڪارخانن، روزگارن ۽ نوڪرين تي قبضو ڪيو ويٺا آهن ۽ اسان جي زبان ۽ تهذيب کي ريٿي پنهنجي زبان ۽ تهذيب اسان مٿان مڙهي رهيا آهن. طبقاتي غلاميءَ جو مطلب آهي ته زميندار ۽ سرمائيدار اسان جي محنت ۽ پورهئي جو ڦل پاڻ کايو وڃن ۽ اسان واسطي اهاڻي غربت، اهاڻي

تنگي، اهائي مظلوميت، اهائي محتاجي. هي پرسار طبقي وارا پاڻ ته ڦرمار ڪن ٿا، پر ڏارين جا دلال ٿي به ڪم ڪن ٿا. ان ڪري هن معاملي ۾ اسان جو ذهن صاف ٿيڻ گهرجي جئن اسين پنهنجا دشمن سڃاڻي سگهون، ۽ چڱيءَ طرح پروڙي سگهون ته اسان کي ٻه جنگيون لڙڻيون آهن: قومي جنگ ۽ طبقاتي جنگ. جئن ته انهن ٻن جنگين جو پاڻ ۾ ڳانڍاپو آهي، ان ڪري ٻئي جنگيون ساڳئي وقت لڙڻيون پونديون."



عجب مان وات ڦاڙي، ملو ماڻهن کي ڏسندو رهيو. سوچيائين ته هھڙن موقعن تي ته ميڙ سندس ڏي ڳالهين ٻڌڻ جو عادي ۽ خواهشمند هوندو آهي، پر اڄ ته هن نڪاح جون ٻه چار سٽون به الائي ڪيئن صبر سان ٻڌيون آهن ۽ هاڻي مون کي صفا نظرانداز ڪري قومي ۽ سماجي مسئلن جي بحث مباحثي ۽ تقريرن ۾ پئجي ويا آهن.

اڄ مانجهيءَ ۽ مکڙيءَ جو پرڻو ٿي رهيو هو. شهر مان ٻه ڪيترائي شاگرد ۽ سياسي ڪارڪن آيل هئا. سومهڻي جو وقت هو. ٻه سؤ کن ماڻهو هڪ واڙ جي ميدان ۾، کٽن تي ويٺل هئا. پتاشا ورهايا ويا. ڳوٺ جو حجم پنهنجي وَٽيءَ ۾ گهور گڏ ڪرڻ لڳو. نڪاح کان پوءِ تقريرون شروع ٿي ويون.

هڪ چئي چيو: "جهڙي نموني هن ڳوٺ وارن ۽ مانجهيءَ، وڏيري ۽ سندس خاندان جي بدنيتيءَ جو مقابلو

ڪيو آهي ۽ جنهن مڪڙيءَ پاڻ کي سريت تيئن کان بچايو آهي، سو نه رکيو هتي وارن لاءِ پر اسان جي پوري سائيءَ جي ڳوٺاڻن ۽ نياڻين لاءِ مثال جو ڪم ڏيندو.“

مانجهيءَ چيو: ”هن جاگيرداري سرشتي ۾ اسان تي ۽ خاص ڪري عورتن تي هٿ ٺوڪيون پابنديون آهن، جو مرد ۽ عورتون گڏجي ڪو چڱو ڪم به ڪري نه ٿا سگهون. ان ڪري ٿي مون ۽ مکڙيءَ هن شاديءَ جي جلدي ڪئي، جئن گڏجي ۽ آزاديءَ سان سياسي ۽ قومي جاکوڙ ۾ حصو وٺي سگهون.“

”اسان هڪڙي سماجي ڪاميٽي ٺاهي آهي، جا ڳوٺاڻن کي شاديءَ جي معاملن ۾ مدد ڪندي. جي ڪو وڏيرو، سيٺيو يا دولت جي زور تي ڪنهن غريب ڇوڪريءَ کي شاديءَ جي جار ۾ ڦاسائڻ جي ڪوشش ڪندو ته ان جي مخالفت ڪري، اٿين ٿيڻ نه ڏيو. پوڙهي جي نوجوان ڇوڪريءَ سان شادي، اڻ ساماڻل جو ساماڻل سان سنگ، ڇمڻ کان اڳ يا پيٽ لکي ڏيڻ وارين رسمن استعمال ڪندڙن کي روبرو وچي سمجهائيو ۽ اهڙن رشتن ڪرڻ کان باز رکيو.“

هڪ شاگرد چيو: ”وقتي طور اهڙا قدم ڪڻڻ ساراهه جوڳا آهن، پر اسان جو اصل مقصد ان سرشتي جا بنياد اکوڙڻ هجڻ گهرجي، جو اهڙي ظلم ۽ غيرانساني رسمن لاءِ جوابدار آهي. اهو آهي جاگيرداري ۽ زميندار سرشتو. اسان جي منزل ان سرشتي کي ختم ڪرڻ آهي. اسين ان

واسطي جنگ ۾ جاکوڙ ڪري رهيا آهيون.“

مُلو ڏسندو ۽ ٻڌندو ٿي رهيو. پر هن واسطي جا عجب ڏيک اچا پيا به هئا. هن ڏٺو ته ڏه رڳو پرڻي جون محفلون، پر جنازي کان پوءِ پتر تي وهڻ وارا ميڙ بہ سياسي جلسا بنجيو وڃن ٿا. مانجهيءَ جي شاديءَ جي ٽئين ڏينهن تي هڪڙي ڳوناڻي جو موت ٿيو. ڪفن دفن کان پوءِ ماڻهو تڏي تي اچي ويٺا، ته همراهہ سياسي ڳالهين ۾ پئجي ويا.

مانجهي ڳالهائيندي چوڻ لڳو: ”ڪيترن سالن پڇيو آهي ته ڪارخانن ۾ هڪ ٿي هنڌ سوين هزارين مزور ڪم ڪن ٿا ۽ هنن وٽ وڏيون وڏيون مشينون آهن. ان ڪري هو تمام ٿوري وقت ۾ تمام گهڻي پيداوار ڪن ٿا. پر جڏهن زمينداريون ختم ٿينديون ۽ هر هاريءَ کي پنهنجي زمين ٿيندي، ته پوءِ سيڪو هاري پنهنجي پنهنجي ڪيتي ڪندو ۽ چڙوچڙ رهندو. تنهن کان سواءِ هن ۾ ايتري پچت ڪٿان ايندي جو وڏيون وڏيون زرعي مشينون خريد ڪري سگهي؟ ان جو جواب هي آهي ته جڏهن هاري زمين جا مالڪ ٿيندا، ته پر وارا ۽ لاڳيتو زمين وارا هاري پاڻ ۾ ملي ”سهڪاري ڪيت“ ۽ ”گڏيل کيت“ ٺاهيندا. اهڙيءَ تنظيم ۾ سوين هاري به شامل ٿي سگهندا. پوءِ هو گڏجي ايترو سرمايو ڪٺو ڪري سگهندا، ۽ جڏهن ته اها حڪومت پورهيتن جي هوندي، ان ڪري حڪومت پڻ هنن جي امداد ڪندي، اهڙيءَ حالت ۾ هو ان جي لائق ٿي ويندا جو ٽريڪٽر ۽ ٻيون وڏيون زرعي مشينون ڳنهي

سگهن ۽ ٽيوب ويل لڳائي سگهن ۽ مارڪيٽ تائين مال پهچائڻ ۽ وڪڻڻ جو انتظام ڪري سگهن."



هاري سنگت پنهنجي هڪ گڏجاڻيءَ ۾ فيصلو ڪيو هو ته عورتن ۾ ڄاڻ، چالاڪي ۽ خوداعتمادي پيدا ڪرڻ خاطر ڪڏهن ڪڏهن هنن کي وڏن شهرن ۾ به وٺي وڃجي ۽ گهمائجي. ان ڪري جن به سائين کي شهر ۾ وڃڻ جو موقعو ملندو هو يا جن جا شهرن ۾ مائٽ هوندا هئا، ته اهي پنهنجي زالن، ڀينرن ۽ مائرن کي شهر جو چڪر ڏياري ايندا هئا.

هڪڙي ڀيري مانجهي، مڪڙيءَ کي شهر ۾ وٺي وڃڻ لاءِ تيار ٿيو. هوءَ هارين جي بک هڙتال وقت شهر مان ٿي آئي هئي، پر هن گهمري هو پرڳڻي جي وڏي ۾ وڏي شهر سنڌداج ۾ وڃي رهيا هئا. مصري به پنهنجي زال کي وٺي مانجهيءَ وارن سان گڏ وڃڻ لاءِ سنڀريو. مصري هاري ڪارڪن هو. هو مانجهيءَ وارن جي ڳوٺ کان ٿورو پريرو هڪ ٻئي ڳوٺ جو رهاڪو هو. جن ڪارڪنن کي شهر ۾ وڃي ڪارخانن ۾ ڪجهه وقت ڪم ڪرڻ لاءِ موڪليو ويو هو، انهن ۾ هي به هو. هو ڏاڍو جوشيلو ۽ چالاڪ ساٿي ثابت ٿيو هو. پارٽيءَ جو شهر ۾ ڪوڪمڪار پوندو هو، ته هن کي سونپيو ويندو هو يا هو ان لاءِ پاڻ وڃڻ جي آڇ ڪندو هو. هونءَ به هن کي شهر وڃڻ جو شوق پيدا ٿي ويو هو ۽ اهاڻي بهاني اوڏاهن چڪر ڏيندو هو. هو نوجوان

هو ۽ ڪپڙي لٽي جو به شوقين ٿي پيو هو. هن جي زال جو نالو ته پيو هو، پر هيئنئر هن کي نازبُو سڏيندو هو ۽ هن کي چوندو هو ته ”نه رڳو تنهنجو رنگ نازبو جي گل جهڙو آهي، پر تو ۾ نازبو واري سرهاڻ پڻ آهي.“

چارڏي چٽا شهر پهتا. اتي هڪ واقفڪار وٽ وڃي ٽڪيا. اهو گهر هڪ پنج ماڙ ماڙيءَ جي چوٿينءَ ماڙ تي هو.

شهر مکڙيءَ کي واڱڙو ڪري ڇڏيو. هي خوبصورت ۽ زبردست محل ۽ ماڙيون! اسان وٽ ته وڻ به ايڏا اوچا نه آهن ۽ نه پکي ايتري اوچائيءَ تي اڏامندا آهن، جيتريون اوچيون هي ماڙيون آهن.

هي بجليءَ جون انڌليون، هي ڪير جهڙيون روشنيون: نه سج جي ضرورت ۽ نه چنڊ جي پرواهه. هي موٽرون جهڙيون ڪونجن جي ولرن جون قطارون. ماڻهن جا هار سينگار ۽ پوشاڪون ته ڏسو: جهڙيون ڪوهه قاف جون پريون. وري نه ڪم نه ڪار، پيون ٽيون گهمن. اسان کي مٽي کڻڻ جي فرصت به ڪانه هوندي آهي. مرد به ڏسو ته ڪهڙا نه صاف سٿرا آهن ۽ ڪهڙا نه عاليشان ڪپڙا پهريو پيا هلن. اسان وٽ ته هڪڙو وڏيرو اهڙو سڪيو هوندو آهي، پر هتي ته هرڪو وڏيرو پيو ڏسجي.

پاڻي به ڏسو هنن ماڻهن جو پڌو پاڻهو آهي. اسان کي ته پاڻيءَ لاءِ هلي کوهه يا تلاءُ وٽ وڃڻو پوندو آهي ۽ هتي ته پاڻي پاڻ هلي هنن جي گهرن ۾ پيو اچي، رڳو نلڪي

ڪولهن جي دير آهي.

وري رستا ته ڏسو. آسمان جهڙا صاف ۽ سنوان سڌا. نه ڪڏون نه ڪوڙا، نه ڪنڊا نه ڪک ڪانا، نه گپ نه چڪ. هرهنڌ باغ باغيچا ۽ ڦوهارا. رستن جي پاسن تي سهڻا سهڻا بوٽا ۽ رنگارنگي گل ڦل. ڏسجي ٿو ته دنيا جي سونهن شهرين پاڻ وٽ سهيڙي رکي آهي، ۽ اسان جي حصي ۾ ڏنا اٿن خوفناڪ جهنگ ۽ بي رنگ ۽ بي گل فصل، جن جي هڪ ٻي ڪمائتي شيء اناج، سا به وڌيرو کنيو وڃي.

هتي جيڏانهن ڪنڌ ڪيو ۽ نهاريو ته گهر گهر ۾ ريڊئي جي جهونگار ۽ ٽيليويزن جون رنگينيون آهن. هي فون ذريعي گهر ويٺي گهڙيءَ ۾ سڄيءَ دنيا سان ڳالهائي سگهن ٿا ۽ اسان کي پنهنجي پيءُ ماءُ، جي ٻئي ڳوٺ ۾ رهن ٿا، تن جي خيرخيريت جي خبر لهڻ واسطي ڏهه ڪوهه پنڌ ڪرڻو پوي ٿو ۽ به ڏينهن خراب ڪرڻا پون ٿا.

پر ڇا اسين اهڙا سکيا ڇو نه آهيون؟ ڳوٺن ۾ اهي سک ڇو نه آهن؟ ڇا اسين ڪم ڪونه ٿا ڪريون، اسين پورهيو نه ٿا ڪريون، اسين محنت نه ٿا ڪريون؟ مون کي پڪ آهي ته گهٽ ۾ گهٽ اسين هنن شهرين کان وڌيڪ پورهيو ٿا ڪريون. پوءِ اسان وٽ پڪا رستا ڇو نه آهن؟ اسين پڪن گهرن کان ڇو محروم آهيون؟ اسان وٽ بجلي ڇو نه آهي؟ اسان وٽ فون ۽ پيئڻ جي پاڻيءَ جون سهوليتون ڇو نه آهن؟ اسين صحت ۽ سونهن کان ڇو وانجها آهيون؟ اسان وٽ اسڪول، اسپتالون ۽ سکيا گهر ۽ مارڪيٽ ڇو

نه آهن؟ اسين ريڊئي ۽ ٽيليويزن لاءِ ڇو پيا سڪون؟ محنت ڪريون ته ڏهن به غربت، جهالت، مهانگائي ۽ بدصورتي ڇو؟....

هو شهر جي جدا جدا جڳهين تي گهمڻ ويندا رهندا هئا. نيون نيون ڳالهيون ڏسي، مکڙيءَ جي ذهن ۾ نئين سوچ پيدا ٿيندي هئي. اچرج ته ان تي لڳندو هوس ته ڏاريا ايراني هتي رهي به اسان جي ٻولي نه سکيا هئا ۽ اسان کي هنن سان هنن جي زبان ۾ ئي ڳالهائڻو ٿي پيو.

ڪڏهن ڪڏهن مانجهي ۽ مصري ٻئي گڏ دوستن سان ملڻ يا ڪم ڪار سان نڪري ويندا هئا. ڪڏهن هنن مان ڪو اڪيلو پنهنجي منهن هليو ويندو هو. هڪ ڀيري مانجهي رستي تان ٻئي لنگهيو ته هن هڪ وڏي پوليس جي آفيس مان مصريءَ کي نڪرندو ڏٺو. مصري، مانجهيءَ کي ڏسي ايترو گهٻرائجي ويو، جو نرڙ تي پگهر جا ڦڙا اچي ويس. هن پڇيس ته اتي ڪنهن وٽ ويو هئين.

”مان....مان....هتي....هتي هڪڙي سنگتيءَ سان ملڻ ويو هوس....“ مصريءَ جي آواز ۾ هٻڪ ۽ ٻاڏائڻ هو ۽ وري هڪدم چيائين: ”مون....مون کي هڪ ٻئي هنڌ وڃڻو....وڃڻو آهي.... پوءِ ملنداسين....“ ائين چئي، هو تڪڙو تڪڙو وک وڌائي ٻئي طرف هليو ويو.

مانجهي عجب ۾ هن ڏي نهاريندو رهيو. هن کي احساس ٿيو ته مصري کيس ڏسي گهٻرائجي ويو هو. پر ڇو؟ ڪهڙي ڳالهه آهي! هو هتي ڪنهن سان ملڻ ويو هو ۽ ڪهڙوڪ م

هوس؟ وڏي ڳالهه ته مون کي ڇو لنوائي ويو؟



مانجهيءَ غريبن جا پاڙا، بستيون ۽ ڪالونيون به مڪڙيءَ ۽ نازبو کي وڃي ڏيکاريا. اتي جا رهاڪو بنهه غيرانساني حالتن ۾ رهي رهيا هئا. نه پاڻي نه بجلي، نه صحت نه صفائي، نه رنگ نه روپ. گهڻن جاگهر ته بنهه ڪنهن ڇت يا ڍڪ کان سواءِ هئا. ڪن جون رڳو تـڏن، ٽڻن ۽ ڪکن جون ڪچيون جهوپڙيون هيون، سي به ڪني پاڻيءَ جي تلائن، گند جي ڍيرن ۽ گٽرن جي وچ ۾. ڍونـڍ جهڙي ڏپ نک کي ٿي ساڙيو.

هنن کي اهي ماڻهو به ڏيکاريا ويا جن کي نه گهر هو نه گهاٽ، نه پار نه پڇو، نه مٽ نه مائٽ، ۽ جي رات جو رستن جي فوٽ پاٿين تي ليٽي رات گذاريندا هئا.

هنن بستين وارا گهڻو ڪري هتي جـا اصـل رهاڪو ڪرد ۽ ڏيهي ماڻهو هئا. مانجهي هي پاڙا گهمائيندي، هنن کي ذهن نشين ڪندو رهيو ته اهين هنن سان به لهه وچڙ ۾ آهيون ۽ انقلاب برپا ڪرڻ لاءِ هي به اسان جو سات ڏيندا.

جنهن ڏينهن هو واپس وڃڻا هئا، ان ڏينهن پتو پيو ته شهر ۾ فساد شروع ٿي ويو آهي، رستن تي رڪاوٽون ڪڙيون ڪيون ويون آهن ۽ لاريون بند آهن. ان ڪري هنن کي رڪڻو پيو.

فساد ڪردن ۽ ايرانين جي وچ ۾ ٿيو هو. هنن جا پاڻ ۾ زبـان، تهذيب، نـوڪرين، روزگار ۽ معاشي معاملن ۾

اختلاف ٿيندا رهندا هئا ۽ ڪڏهن ڪڏهن اهي اختلاف جهيڙن ۽ خونريز فسادن جي صورت اختيار ڪندا هئا.

جڏهن ته اهڙا فساد گهڻو ڪري ايرانين (پرڏيهين) طرفان شروع ڪيا ويندا هئا، ان ڪري اهي شهرن ۾ ئي ٿيندا هئا، ڇاڪاڻ ته اتي هنن جو تعداد جهجهو هو ۽ پوليس ۽ ڪامورن ۾ هنن جي ماڻهن جي گهڻائي هئي.

سانجهيءَ ٿڌين خبرون پهتيون ته فسادن ۾ ويهه ماڻهو مارجي ويا، بيشمار زخمي ٿيا، ڏهه موٽرون ۽ لاريون ساڙيون ويون، ٻن بئنڪن کي باهه ڏني وئي ۽ ٽن سرڪاري آفيسن جي پيچ ڊاهه ڪئي وئي. ان ڪري شهر سان ڪرفيو لاڳو ڪيو ويو هو.

مانجهي وارا منجهي پيا هئا. هو چار ۾ ڦاسي پيا هئا. ڏاڍيءَ بيچينيءَ سان حالتن سڌرڻ جو انتظار ڪرڻ لڳا. هنن لاءِ اهاڳالهه آفت جو باعث هئي ته ان پاڙي ۾ ڏيهين جا لاڳيتا چڱا گهر هئا.

ڪرفيو ۾ صبح جو فقط ٻه ڪلاڪ وٿي ڏني ويندي هئي، جڏهن ماڻهو کاڌي پيتي جو سامان هٿ ڪري سگهن.

ان جي ٽئين ڏينهن تي وٿيءَ دوران، مانجهي، ويجهي سيڌي جي دڪان تان اٽو وٺڻ ويو. گراهڪن جي ڏاڍي پيهه هئي. مانجهيءَ جي لباس ۽ منهن مهانڊي مان ئي پڌرو هو ته هو ڪرد آهي. جڏهن هن جو وارو آيو، تڏهن دڪاندار هن کي ڏسي، اکيون ڦوٽاڙي چيو ته تون اسان جي قوم جي دشمنن مان آهين، مان توکي ڪجهه نه ڏيندس. مانجهي

واڏڙو ٿي ويو ۽ ڪجهه چوڻ لاءِ سوچي رهيو هو ته هن جون نظرون چوڌاري بيٺل ماڻهن ڏانهن کڄي ويون. اهي هن ڏي ڪائڻ وارين نظرن سان شوڪي نهاري رهيا هئا. هن کي انديشو جاڳيو ته هو حملو نه ڪن يا ڪا بدتميزي نه ڪن. تنهنڪري ٽڪڙو ٽڪڙو نڪري آيو.

اها روئداد ٻڌي، مڪڙيءَ جا چپ ڏندن سان لڳي ويا.

”چا، تو مفت ۾ ٽي گهريس چا؟“ مانجهيءَ کان پڇيائين.

”مفت ۾! مفت تي ته هو هريل آهن. اسان جي هر شيءِ مفت ۾ هڙپ ڪيو ويٺا آهن.“

”پوءِ اها ڪهڙي دشمني آهي، جا هنن اسان سان قائم رکي آهي؟“

”اهو به ته ڏس ته اسان جي ڌرتيءَ تي، اسان جي ديس ڪردستان ۾، اسان جو ٿي اٿو اسان کي ڏيڻ کان انڪار ڪن ٿا. اهو به نه ٿا سمجهن ته ان اٿي اپائڻ وارا اسان ئي آهيون. اهو به نه ٿا سوچين ته اسين پنهنجيءَ ٿي اڇون ته هنن جو ان بند ڪري سگهون ٿا، پنهنجو فصل، ڪپهه ۽ ڪچو مال موڪلڻ بند ڪريون ته هنن جا ڪپڙي جا ۽ ٻيا ڪارخانا بند ٿي وڃن، هنن جي کائڻ لاءِ گوشت ۽ ياچيون بند ڪري سگهون ٿا.“ مانجهي غصي مان تقرير ڪري ويو.

اخبار پڙهندي، فسادن جي هڪڙي خبر پڙهي، مانجهي سوچ ۾ پئجي ويو. پوءِ ٻين ڏي مهڙ ڪري زور سان چيائين:

”توهان کي خبر آهي ته هي اختر قريشي ڪير آهي؟ مان هن کي چڱيءَ طرح سڃاڻان، بلڪ هن سان روبرو ملي چڪو آهيان.“

”ڪهڙو اختر؟“ مصريءَ پڇيو.

”هن اخبار ۾ خبر ڇپي آهي ته ڪالهه ڏهن هزارن جي جنهن هڪ جلوس ان هوٽل تي حملو ڪيو هو، جنهن جو مالڪ ڏيهي (ڪرد) آهي ۽ جنهن حملي ۾ پنج ماڻهو مري ويا، ان جلوس جي اڳواڻي اختر قريشي ڪري رهيو هو. مان هن سان ملي چڪو آهيان. هو ڏيهين جي سخت خلاف آهي.“

”پر ٻه آهي ڪهڙي بلا؟“ مصريءَ پڇيو.

”اسان جي ڳوٺ جي اتر ۾ جـو ڳوٺ آهي، ان جي مشهور ڊاڪٽر پريل جو پٽ آهي.“

”ڊاڪٽر پريل ته پنهنجو ڏيهي آهي، انجو پٽ ڏيهين جو جاني دشمن ڪيئن ٿيو؟“

”اها ئي ته عبرت جي ڳالهه آهي. انهيءَ ڊاڪٽر ٢٥ سال اڳ هڪ ايراني ڇوڪريءَ سان شادي ڪئي هئي. پوءِ هو زال ۽ ساهرن جي ڇنڊي ۾ اهڙو اچي ويو، جو پنهنجي پيءُ، ماءُ، ڀائرن ڀينرن ۽ ٻين کان دور ٿيندو ويو. جيتوڻيڪ هنن ڏاڍيون تڪليفون سهي، ٻڪون ڪاڻي هن کي پڙهايو هو، پر پنهنجن پيرن تـي بيهڻ کان پوءِ، پنهنجي زال جي حاوي ٿيڻ ڪري، هنن کي ڀـائي ٻه نـه ڏناڻين ۽ هوڏانهن هن جي سـاهرن جو سڄو خاندان پلجندو ئي ڊاڪٽر جي گهر

۾ هو. نه رڳو ايترو پر گهر ۾ ٻولي به ساهرن واري فارسي استعمال ٿيندي هئي، اٿڻي وهڻي، رسم رواج ۽ تهذيب پڻ انهن واري. هو پنهنجي مادري ٻوليءَ کان ايترو بي تعلق ٿي ويو، جو ڪيترن سالن کان پوءِ اهـا ٻولي ڳالهائي ۽ پڙهي تـه ويندو هـو، پر لکڻ ۾ وڏي مشڪلات محسوس ڪندو هو. سندس اولاد ۽ انهن جو اولاد، پيءُ واري اصلي ٻوليءَ کان صفا غيرواقف رهيا. ڊاڪٽر پنهنجي برادري ۽ پنهنجي قوم لاءِ اوپرو ٿي ويو. جڏهن مٿو تڏهن به بنگلا، هڪڙي اسپتال، پنج لک روڪڙ ڪل ۱۷ لکن جي ملڪيت ڇڏيائين. اهڙيءَ طرح هـو پرڏيهي ايراني قوم کي پٽن ۽ ڌيئن ۽ انهن جي اولاد جي صورت ۾ ويهه ماڻهو ۽ ۱۷ لک رپيا ڏئي ويو. هي اختر قريشي ان اسان جـي ڏيهي ڊاڪٽر جو پٽ آهـي ۽ يونيورسٽيءَ جو شاگرد آهي." مانجهيءَ ٻڌايو.

"الا، ههڙا هاڃا پيا ٿين پنهور ۾!" مکڙيءَ چيو.

فساد جاري رهيا. ڪرفيو کلندو هو، ته ڪٿي نه ڪٿي حملو ٿيندو هـو. ڪڏهن ته ڪرفيو جـي دوران ٻـي حملن جون خبرون اينديون هيون.

هڪ ڏينهن جڏهن ٿي ڪرفيو کليو، ته هن پاڙي ۾ گوڙ شروع ٿيو. مانجهيءَ وارن کي هيٺ رستي تـان نعرا ٻڌڻ ۾ آيا. دريءَ مان ڏٺائون ماڻهو ڪٺا ٿي رهيا هئا ۽ ڏسندي ڏسندي پندرهن ويهه هزار ماڻهن جو هجوم گڏ ٿي ويو. هو ڏيهي (ڪردن) ماڻهن، سندن اکوائڻ، سندن سيپيتا ۽ سندن

پوليءَ خلاف نعرا هڻي رهيا هئا ۽ ڪجهه گاريون ڏئي رهيا هئا. آسي پاسي ۾ ڀاڄڪڙ پئجي ويو. ٻارن جون رڙيون، عورتن جو روڄ راڙو ۽ پوڙهن جون چيخون مچي ويون. محشر برپا ٿي ويو. هجوم وارن، گهرن ڏي پٿر اڇلڻ شروع ڪيا ۽ بندوقن چلڻ جا ٺڪاءَ به ٻڌڻ ۾ آيا. هڪ ٻن گهرن ۾ هٿ بم به اچي ڪڙڪيا ۽ ڦاٽا. حالتن جي مدنظر پاڙي وارن ڪجهه نه ڪجهه اڳواٽ تياري ڪري ڇڏي هئي ۽ ٿورا گهڻا هٿيار ۽ سروٽا رکي ڇڏيا هئا.

مانجهيءَ وارن جي ميزبان وٽ هڪ بندوق هئي. مانجهي ۽ مصري ته هروقت پاڻ وٽ هٿيار رکندا هئا. هن وقت به هنن وٽ بندوقون هيون. پاڙي وارن مان ڪي ڇتين تي چڙهي ۽ ڪي درين ۽ بالڪنين مان هجوم تي جوابي ڪارروائي ڪرڻ لڳا. ٻنهي طرفن کان گوليون، سروٽن ۽ پٿرن جي بارش ٿيندي رهي.

پوليس به آئي. پر اها يا ته منهن ٻئي پاسي ڪري ٿي بيٺي يا ان به پاڙي وارن تي ٿي گوليون هلايون.

مانجهي، مصري ۽ ميزبان درين ۽ بالڪنيءَ مان حملي آورن کي ڀڄائڻ لاءِ ڪارروائي ڪندا رهيا. مکڙيءَ ۽ نازبو بورچيخاني جون ڇريون ۽ ڪاتيون ڪڍي گهر جي دروازي تي ٿي بيٺيون، ته جي ڪو حملو ڪري، دروازو ڀڃي اندر لنگهڻ جي ڪوشش ڪري، ته هن جو مقابلو ڪيو وڃي. ٻه ڪلاڪ جنگ جاري رهي. نيٺ حملي آور پوئتي ڀڳا. ڪاٿو اهو هو ته ساڻهو هجوم وارن جا وڌيڪ مئا ۽

زخميا هئا.

هيل تائين تہ پوليس کو قدم کونہ کنيو هو، پر هاڻي اها شير بنجي وئي ۽ پاڙي مان ڪيترا بيڏوهي گرفتار ڪري وئي. گرفتار ٿيلن ۾ مانجهيءَ وارن جو ميزبان بہ هو.

شهر ۾ ڏاڍو اڇل ۽ ڪرفيو ڪجهہ ڪلاڪ پوءِ بہ هنن بہ ڏينهن وڌيڪ رهڻ مناسب سمجهيو، جئين پنهنجي ميزبان کي ڇڏائڻ لاءِ ڪجهہ ڪري سگهن.

هڪ ڏينهن وري مانجهيءَ مصريءَ کي هڪ عاليشان هوٽل مان نڪرندي ڏٺو، ۽ مصري وري پهلو پنجي ويو، پر هن پيري هو پيو رستو وٺي ڪونہ ويو، پر مانجهيءَ سان گڏ هلڻ لڳو ۽ هڪدم چوڻ شروع ڪيائين: ”هتي منهنجو هڪڙو پيرو دوست آهي، هن سان ملڻ ويو هوس. اڄ هڪ وڏي پارٽي پئي هلي. پتو پيو تہ ڌو واري ڪوٺ جي وڏيري جي مان ۾ آهي. هڪڙو پرڏيهي ايراني ڪارخانيدار هن جو دوست آهي ۽ هن شهر ۾ رهندو آهي ۽ وڏيري جون ڦٽيون ڪٽندو آهي، تنهن هنن فسادن ۾ ڏيهي ماڻهن تي حملو ڪرايو هو، جنهن ۾ ڪيترائي ماڻهو مئا هئا. ان سلسلي ۾ هو گرفتار ٿيو هو. هن جا چاڙو سچاڻو هتي بہ هئا، پر وڏيري کي خاص سندس ضمانت ڏيڻ لاءِ گهرايو هئائين. اڄ وڏيري هن جو ضامن پئي هن کي ڇڏايو هو ۽ ان خوشيءَ ۾ هيءَ پارٽي ملهائي پئي وئي.“

ڏيکهہ ٿيندي ڏسي، مانجهي، ضاعفن سان ڳوٺ روانو ٿي ويو ۽ مصري ميزبان کي ڇڏائڻ لاءِ پيچ ڊڪ ڪرڻ

واسطي شهر ۾ رهي پيو.

ان وقت مانجهيءَ جي خواب خيال ۾ به ڪونه هو ته مصري ڏي سنڌس قتل جو ڪارڻ بڻبو.



”پهرين ته اسان کي پنهنجو وجود مجرائڻ گهرجي ۽ ان جي شروعات ناليءَ سان ڪجي،“ مکڙيءَ ايترو چئي، ميڙ ڏانهن نگاهه ڪئي. ڇهرن سان چٽو هو ته ڳالهه ڪنهن جي سمجهه ۾ ڪانه آئي هئي.

ٿاڪ منجهند. تيزابي اس. هوا بند. وڻ ٽڻ سڀ اٽينشن ۾ بيٺل. پريان پهاڙن جو رنگ ۽ چلڪو لوهر جي ڪوريءَ ۾ تتل لوهه وارو. پر واري ٿلاءَ جو پاڻي اهڙو گرم ٿي ويل، جو ڪو اجايل ڍور پاڻي پيئڻ لاءِ ان ۾ پوٺ پيو وجهي، ته سڙڻ ڪري هڪدم ڦون ڦون ڪندو ٽهي پيو وڃي.

هن ميڙ واري منهه اندر ڪچي پٽ تي ڪافي پاڻي هاريو ويو هو. ان ڪري مٽيءَ جي سڳنڌ سان گڏ ڪجهه ٿڌڪار به ٿي پئي هئي. مکڙيءَ ۽ سندس ساٿياڻين جي ڪوشش ڪري ڏيهارو ڪن ڳوٺاڻيون اچي ڪٺيون ٿيون هيون. هنن عورتن جي پارٽي ٺاهڻ ٿي چاهي، جا نه رڳو عورتن جي سڌاري واسطي پاڻ پتوڙي پر سياسي، قومي ۽ طبقاتي حقن لاءِ مردن سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي لڙي.

ان سلسلي ۾ هو سوين ڳوٺاڻين سان ملي خيالن جي ڏي وٺ ڪري چڪيون هيون. هنن ذهنن ۾ اهـا ڳالهه وهارڻ جي ڪوشش ڪئي ته هن پارٽيءَ جا ڪي ڪم هي

ٿيندا: عورتن جي تعليم، سياسي سکيا، گهر هلائڻ ۽ ٻار نپائڻ جي تربيت، صفائي ۽ صحت ڏي ڌيان ڏيڻ، هٿيار هلائڻ سکڻ، سياسي مظاهرن، هڙتالن ۽ هلچلن ۾ حصو وٺڻ.

مکڙيءَ وري چوڻ شروع ڪيو: ”اسان عورتن جي هستيءَ کي اڀرڻ نه ٿو ڏنو وڃي، اسان جي وجود کي اهميت نه ٿي ڏني وڃي. ٻيو ته ٺهيو پر اسان کي پنهنجي نالي سان سڏجڻ جي حق کان به وانجهو رکيو ٿو وڃي. ڇٺيءَ تي ڇوڪريءَ جو نالو ته رکيو ٿو وڃي، پر جڏهن ڏي هوءَ وڏي ٿئي ٿي ته هن جي شخصي نالي کي نظرانداز ڪيو ٿو وڃي، ايتري قدر جو عمر وڌڻ سان خود اسان کي پنهنجو ڇٺيءَ تي رکيل نالو ياد نه ٿو رهي. شاديءَ کان پوءِ اسان کي مڙس جي نالي پٺيان سڏيو ويندو: فلاڻي جي گهر واري. ٻار ڄمڻ کان پوءِ سڏيندا: فلاڻي جي ماءُ. شهر ۾ ته ڪنواريءَ کي پيءُ جي نالي پٺيان چوندا مس فلاڻي، ۽ پرڻجڻ کان پوءِ مڙس جي نالي پٺيان چون مسز فلاڻي يا بيگم فلاڻي. ڌارين آڏو مرد پنهنجي ڌيءُ، ڀيڻ يا زال جو نالو نه وٺندا آهن. ها، ٻي به ڳالهه آهي: مڙس جي نالي وٺڻ لاءِ اسان کي ايتري منع آهي جڻ ته ائين ڪرڻ سان نڪاح ٽٽي پوندو....“

ٺهڪڙو مچي ٿو.

”....ان ڪري اچو ته اڄ اسين پهه ڪريون ته آئينده پنهنجي نالي سان سڏبيوسين. جيڪو اسان جو نالو وٺي سڏ نه ڪندو، تنهن کي جواب نه ڏينديوسين.“

ڪي مايون تاڙيون وڄائين ٿيون.

”...پارٽي ڏاهن کان پوءِ اسان کي گهر کان ٻاهر به ڪم ڪرڻو پوندو. اهو آهي سماجي ۽ سياسي ڪم. ان لاءِ اسان کي ڳالهائڻ سکڻو پوندو. گونگيون ته اسين ڪين آهيون، پر ڳالهائڻ جو مطلب آهي ميڙ آڏو ڳالهائڻ، يعني تقرير ڪرڻ. ان جي سکيا هيئنر ڏي ٿيون شروع ڪريون. منهنجي رٿ آهي ته توهان مان هرهڪ هتي جتي مان ويٺي آهيان، اتي سيٽي جي سامهون بيهي، پنهنجو ۽ پنهنجي مڙس يا پيءُ جو نالو ٻڌائي. اهو نه رکو سکيا ٿيندي پر بغاوت پڻ.“

پوءِ ته مايون ڏاڍيون مزا ڪيا. ڪي ته اٿين ڪرڻ لاءِ پنهنجي جڳهه تان اٿيون نه ٿي. هنن کي زوريءَ اٿاريو ٿي ويو. ڪي اچي بيٺيون ٿي ته وات مان اکر نه ٿي اڪلين، منهن ڳاڙهو ٿيو ٿي وين ۽ وتجي سنجي ٿي ويون، پوتيءَ يا هٿن سان اکيون ٿي ڍڪيائون. پر هنن کي ايستائين نه ٿي ڇڏيو ويو، جيستائين هنن ميڙ ڏي منهن ڪري به، ٻه لي ڏي ڀيرا پنهنجو ۽ پنهنجي ڀتار جو نالو نه ٿي پڪاريو.



تمام ٿورڙن مائهن کي خبر هوندي ته جنهن تحريڪ ڪري هيءَ ننڍڙي شهر ۾ ڪرفيو لڳو، تنهن جو سهرو مڪڙيءَ جي سر تي هو.

اڳ به ٻه ڀيرا هتي زمين جا نيلام ٿيا هئا ۽ تڏهن جي مائهن احتجاج ڪيو هو. هن ڀيري جڏهن وري سرڪاري

زمينن جي باري ۾ اهڙو اعلان ٿيو ته هاري سنگت ان خلاف پارٽي سطح تي هلچل هلائڻ جو فيصلو ڪيو. هنن جي گهُرَ هئي ته اهي سرڪاري زمينون ُترَ جي هارين کي مفت ڏنيون وڃن. حڪومت اهي نيلام ڪري رهي هئي. نيلام جا شرط ۽ پابنديون اهڙيون هيون، جو هتي جا هاري انهن شرطن ۾ رهي جي اڻ هوند ڪري خريد ڪري نه ٿي سگهيا. اهي زمينون فقط ڏاڍيا ڪاتيدار ايراني ۽ زميندار نيلام ۾ خريد ڪندا ٿي ويا.

هاري سنگت وارن اهڙي نيلام خلاف اخباري بيان جاري ڪيا، خط ڇپرايا، ايڊيٽوريل لکرايا. هنن گڏجاڻيون ڪري ٺهراءَ پاس ڪيا. وفد ڪاهي اختياريءَ وارن سان مليا. پر ڪو اثر ٿيندو نظر ڪونه آيو. هنن شهر ۾ وڃي، مختيارڪار جي آفيس، جتي نيلام ٿيڻو هو، اتي مظاهرو ڪرڻ جو سٿاءُ رٿيو.

مانجهي ۽ هاري سنگت جا ڪجهه ماڻهو ان تعلقي شهر ۾ وڃي، اتي جي ڪن رهاڪن سان مليا. هنن ڪيترن ئي شاگردن ۽ اديبن سان خيالن جي ڏي وٺ ڪئي. هن شهر ۾ مزورن جي ڪا يونين ڪانه هئي، پر پورهيتن جون برادريون هيون جهڙوڪ واڍا، ڪٽي، ميربحر، لوهر ۽ ٻيا. مانجهيءَ وارا هنن برادرين سان سنڌن چڱن مڙسن ذريعي وڃي مليا ۽ هنن کي ساٿ، ڏيڻ تي تيار ڪيائون.

مظاهري کان هڪڙو ڏينهن اڳ، مکڙي هڪ ٻهراڙيءَ جي عورت سان آئي ۽ هن شهر ۾ رهندڙ ڪن شاگرديائين

۽ ٻين عورتن سان ڏکيون ملاقاتون ڪيائين.



ٻن ڳوٺاڻين کي گهر ۾ گهڙندي ڏسي، پوريءَ پاڻيو ته هي ٻه پنهنجي بيماريءَ جي باري ۾ ڏس پڇڻ آيون هونديون. هنن کي وهڻ واسطي چيائين ته هو ٻنا هيڪ جي ڪرسين تي ويهي رهيون. هيءَ روش نرالي هئي. ٻيون ڳوٺاڻيون ته زور ڀرڻ تي به ڪرسين تي نه وهنديون هيون ۽ هيٺ پٽ تي ويهي رهنديون هيون. پوريءَ غور سان ڏٺو ته هي ڳوٺاڻيون هيون به نراليون. هنن جا لٽا سادا ڇيٽ جا پر صاف ستهرا هئا. هنن جا جسم صحتمند ۽ قوت هئا، هنن جي نگاهن ۾ دليري هئي، هنن جي مرڪ ۾ پوريءَ کي چتاءُ نظر آيو ته اسان کي پاڻ کان گهٽ نه سمجهجان. هـن کي ياد آيو ته هنن جي چال عـام ڳوٺاڻين وانگر ٻير گهلي ڪڍڻ واري نه هئي پر هنن جي وکن ۾ مردن واري پختائي هئي.

پوري هڪ وڏي شهر ۾ ڊاڪٽري ڪاليج ۾ پڙهندي هئي. هوءَ هڪ آفيسر جي ڌيءُ هئي. جڏهن هوءَ موڪلن ۾ ڳوٺ ايندي هئي ته هن شهر توڙي آسپاس جي ٻهراڙيءَ جون ڪي عورتون هن ڪان پنهنجن بيمارين جـي سلسلي ۾ صلاح مشورو ڪرڻ ۽ نسخا لکرائڻ ٻيون ايندديون هيون.

هوءَ هنن ٻن عورتن سان ڪجهه ڳالهائڻ لاءِ لفظ سوچي رهي هئي ته مڪڙيءَ گفتگو ۾ اڳرائي ڪئي:

"ادي، اسين توسان رهاڻ ڪرڻ آيـون آهيون،" هن چيو. هن جي مرڪ پوريءَ کي ڪشش واري لڳي.

”ها ادي، پلي ڪري آيون، جيءَ آيون،“ پوريءَ کي چوڻو پيو.

”توهان تازو شهر مان آيون آهيو. اتي ڪاليجن ۽ يونيورسٽيءَ ۾ ڏاڍا هنگاما ٿيا هئا. شاگردن وڏا وڏا جلوس ڪڍيا ۽ جلسا ڪيا. پر اسين خاص ڇوڪرين جي ڪمل مظاهري بابت توهان جي واتان ٻڌڻ چاهيون ٿيون.“

هنن جي واتان اهڙو سوال ٻڌي، پوريءَ جا ڪن کڙا ٿي ويا، ڇو ته ٻنهي کي پهريون ڀيرو ڏسڻ ۾ آيو ته هنن جي دلچسپيءَ وارو موضوع هو، ۽ ڏاڍي شوق سان چوڻ شروع ڪيائين:

”هر سال ڪوڙن ڊوميسائيلن يا پيدائشي سند جي سرٽيفڪيٽن ذريعي ٻين پرڳڻن جا ڪيترائي شاگرد اسان جي ڪاليجن ۾ داخلا وٺندا آهن. اسين گهٽي دانهون ڪوڪون ڪندا آهيون ۽ اخبارن ۾ ڇپرائيندا آهيون پر ورندو ڪجهه نه آهي. هن سال اسان باقاعدي ۽ زبردست احتجاج ڪيو. اهڙن ڌارين کي اسان ڪاليج ۽ هاسٽل ۾ گهڙڻ نه ڏنو. جلسا ۽ جلوس ڪڍياسين. ان ۾ اسان سان پوري يونيورسٽيءَ ۽ ٻين ڪاليجن جي شاگردن ساٿ ڏنو. ڇوڪرين جو هڪڙو الڳ جلوس نڪتو. اسان نعرا هڻندي شهرن جي رستن تان ٿي هليونسين، ته پوليس لٺ بازي ۽ ڳوڙها گئس شروع ڪري ڏني. سپاهين ڪيترين ڇوڪرين کي گرفتار ڪيو ۽ انهن سان نازيبا حرڪتن ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. مونکي به پڪڙيو ويو. اسانکي

۽ ڏينهن نہ ماني ڏني وئي ۽ نہ پاڻي . سخت سيءَ هوندي
بہ پورا هنڌ ٿپڙ نہ ڏنا ويا. بک، اڃ ۽ سيءَ ڪري ڪيترئي
ڇوڪريون بيهوش ٿي ويون يا نمونيا جو شڪار ٿيون .
شايد ان ڪري ٿي ٻن ڏينهن کانپوءِ اسان کي آزاد ڪيو
ويو. ٻاهر آيونسين تہ پتا پيو تہ سڀ ڪاليج ۽ يونيورسٽيون
اڻ چاڻل مدي تائين بند ڪيون ويون آهن . ان ڪري
ڳوٺ اچڻو پيو."

"توري گهڻي ٿي يا معمولي ڳالهہ کي بهانو بڻائي،
مهنن جا مهنا تعليم جا هنڌ بند ڪيو ٿا ڇڏين،" مکڙيءَ
چيو .

"اسانکي نابود ڪرڻ لاءِ هر محاذ تي زور لڳايو پيو
وڃي. تعليمي محاذ تي بہ اسان کي نقصان پهچايو پيو وڃي.
ٻارنهن مهنن مان ڏهہ مهنا ڪاليج بند رکيا وڃن ٿا. ان
ڪري اسان جو نئون نسل پوئتي رهجي ويندو. مون سان
گڏ جن مئٽرڪ پاس ڪئي، سي ٻہ سال اڳ ئي مون کان
ڊاڪٽر بنجي ويندا. هڪڙو، نوڪريءَ واريون جايون اهي
پري ڇڏيندا، ۽ ٻيو تہ هو نوڪريءَ ۾ مون کان سينيئر
ٿي ويندا ۽ ترقيءَ جا اول حقدار اهي ئي ٿيندا."

"ڳالهہ نڪتي آهي تہ توهان کي ڊاريون ايرانين جو
اسان کي قومي نقصان پهچائڻ جو هڪڙو پيو محاذ بہ
ٻڌايان ٿي. اهو آهي اسان مان شادي ڪرڻ. اسان جي قوم
مان گهوٽ هجي يا ڪنوار، ٻنهي حالتن ۾ ان خاندان ۾
ٻولي فارسي ڳالهائي ويندي ۽ انهن جو اولاد پاڻ کي ان

ٻيءَ قوم جو سمجهندي ۽ پڇاڙيءَ ۾ اسان جي قوم واري جي ملڪيت به انهن ڌارين جي حوالي ٿيندي. چوندي پيا ته ٻئي ڪنهن به اختلافي مسئلي ۾ اولاد اسان جو نه پر ڌارين جو پاسو وٺندو.“

”اهي ته اسان جا اڪين ڏٺا واقعا آهن،“ مڪڙيءَ سان گڏ آيل ڇوڪريءَ چيو.

”اڇا ٻه ٻيو مثال ڏيان: هتي پنهنجو تعداد وڌائڻ. ڪنهن نه ڪنهن نموني پنهنجي هم زبان ايرانين کي مذهب جي نالي ۾ ٻين ملڪن ۽ ديسن مان آڻي هتي پيا آباد ڪن. هاڻي جنهن ٻه ملڪ مان لوڏجن ٿا ته ڏک اچيو هتي ڪن، ڇي هي اسلام جو گهر آهي ۽ هتي دنيا جي مسلمانن کي پناهه وٺڻ جو حق آهي.“ پوريءَ چيو.

اتي مڪڙي چوڻ لڳي: ”اهو ته صفا يهودين وارو قصو آهي. فلسطين ۾ منڍ ۾ اصلوڪا رهندڙ يهودي اتي ۾ لوڻ برابر هئا. پوءِ مذهب جي نالي ۾ انگريز ۽ آمريڪي سامراجين جي مدد سان ٻاهرين ملڪن جا يهودي اتي آباد ٿيندا ويا. نيٺ اهي اتي جي اصلي رهاڪن، فلسطينين، کان تعداد ۾ وڌي ويا ۽ اتي يهودي رياست قائم ڪئي اٿن. هاڻي اهي اصلوڪا فلسطيني عرب دربدر آهن ۽ يهودي پيا اتي حڪومت ڪن.“

پوري، مڪڙيءَ جي ابتريءَ چاڻ رکڻ تي، اچرج ۾ پئجي وئي.

”اسان هينئر ڏي اڪيون پٽيون آهن ۽ پنهنجي ديس ۾

پيو اسرائيل نهئي نہ ڏيندا سين،“ پوريءَ چيو.

”اڄ اسين تو وٽ انهيءَ لاءِ آيون آهيون،“ مکڙيءَ چيو، ”نہ ڌارين جي اچا بہ هڪ ٻئي محاذ کي روڪڻ لاءِ ڪجهہ سوچيون.“

”اچا، پوءِ جلدي ٻڌايو نہ!“ پوريءَ اتاوليءَ مان وراڻيو.

”اهو هيءُ آهي تہ ايراني اسان جون زمينون وٺندا، انهن تي قبضو ڪندا ٿا وڃن. زمين ذريعي هو هتي جي ماڻهن کي غلام ۽ مجبور ۽ اقتصادي طرح ترين پر ڪريل بڻائي سگهن ٿا. فلسطين ۾ بہ يهودين ان وقت زور وٺڻ شروع ڪيو، جڏهن ترڪ سلطان ٻاهرين يهودين کي فلسطين ۾ زمين خريد ڪرڻ جي عام ۽ ڪليل اجازت ڏني: اهڙيءَ طرح آزاديءَ کان اڳ ۾ ڪيوبا ۾ آمريڪين زمينون خريد ڪري، انهن تي قبضو ڪيو، ۽ اتي تماڪ ۽ ڪمند پوکيو، ۽ پوءِ وري اهي ئي آمريڪي زميندار ڪنڊ جا ڪارخانا کولي، اتي جا وڏا صنعتڪار بہ ٿي ويا. اهڙيءَ طرح پوري ڪيوبا جي اقتصاديات تي آمريڪن جو غلبو ٿي ويو.“

هڪ گهوڙيءَ جي وات ۾ اهڙيون ڳالهيون ٻڌي، پوريءَ جو وات ڦاٽي ويو. وچ ۾ ئي پڇيائين:

”پيڻ، تون ڪيتري پڙهيل آهين؟“

مکڙيءَ جواب ڏنو: ”اهو پوءِ ٻڌائيندي سانءِ. سو ڳالهہ هيءَ آهي تہ سياڻي هتي سرڪاري زمينن جو نيلام ٿيندو. اسان کي اهو ڪنهن بہ قيمت تي روڪڻو آهي. اهڙا نيلام اڳي بہ ٿيندا رهيا آهن: هونءَ بہ اسان جي زمين جو وڏو حصو ڪليمن ۽ آفيسرن کي انعام جي صورت ۾ ايرانين

جي حوالي ٿي چڪو آهي. هن ٽيندڙ نيلام جا شرط اهڙا آهن، جو اسان جا هاري اها زمين خريد ڪري نه ٿا سگهن. هنن جي هڙ ۾ پيسو ڪونهي. ٻاهريان ته نوٽن جون جهوليون ڀري اچي پهتا آهن."

"پوءِ؟"

"ان نيلام کي مظاهرا ڪري، جلسا ڪري، جلوس ڪڍي روڪائڻو آهي ۽ هر قيمت تي روڪائڻو آهي. مرد به ميدان ۾ ايندا. شهري ۽ ڳوٺاڻا سڀ هوندا. عورتون به جهجهي تعداد ۾ تيار آهن. تون به ... نه رڳو ان ۾ شريڪ ٿجان، پر اسان جي رهنمائي به ڪجان. تنهنجيون اهي واتون ڏٺل ۽ آزمايل آهن."

پوري ماٿ تي ٿيءَ ۾ پئجي وئي.

مکڙيءَ چيو: "ان هيڪ ۽ هٿڪ نه اسان کي هن حال ۾ پهچايو آهي...."

پوري هڪدم اٿي کڙي ٿي ۽ مکڙيءَ جي سامهون وڃي چيائين: "اچ ڏڙي وڄاءِ!" مکڙيءَ پنهنجي هٿ جي ٿري آڏو جهلي ۽ پوريءَ زور سان ان تي تاڙي وڄائي.

وري پوري، ڪاڏيءَ تي ساڄي هٿ جي ڏسڻي آڱر رکي، ڪنهن سوچ ۾ پئجي وئي. اڪيون ڦڙڪائي چيائين: "پر ادي هن شهر جي ماڻن اڳ ڪڏهن به اهڙيءَ هلچل ۾ بهرو نه ورتو آهي، تن کي سياڻي واري مظاهري ۾ شامل ٿيڻ لاءِ ڪيئن تيار ڪبو؟"

مکڙيءَ ورائيو: "هينئر گهڻي ڪان گهڻين ڇوڪرين

۽ عورتن سان هلي ٿيون ملون ۾ انهن کي هلي ڳالهه ٿيون سمجهايون. بي ڳالهه ته ٻهراڙيءَ جي عورتن جو جلوس ڏسي هــي شهر واريون به شرم کان يـا غيرت کان پاڻهي ميدان ۾ اچي شامل ٿينديون."

ان تي سيڻي کلڻ لڳيون.

"ادي مکڙي، تون تــه اهڙي سهڻي آهين، جو توکي ڏسي، عورتن جــو ته مان چئي نه ٿي سگهان، بـاقي مرد، جلوس ته ڇا باهه ۾ به ٽپي پوندا!" پوريءَ چيو.

وري سيئي کلڻ لڳيون.

"ڇڏ مسخري،" مکڙيءَ شرمائجي چيو.

"مان سچ ٿي چوان. مون کي خيال ٿو اچي ته تنهنجو رڳو ديدار ئي مردن يا گهٽ ۾ گهٽ منهنجي هم ڪلاسي ڇوڪرن کي شاعر بنائي ڇڏي."

"پر منهنجي من جو سائين چوندو آهــي ته هاڻي وارا شاعر نـانگ جهڙن زلفن ۽ هرڻيءَ جهڙين اکين ۾ اٽڪي نه ٿا بيهن، پر هنن جون نگاهون اونهيون وڃن ٿيون ۽ هو عورت جي دليري ۽ وطن سان لڳاءَ ڳولڻ لڳن ٿـا، يعني عورت کي گوريلا ڪردار ۾ ڏسڻ چاهين ٿا."

ٽهڪڙا گونجيا.

"ها ادي، آهي ته اهو سچ. پر اسان جون عورتون، خاص ڪري شهر واريون، اڃا تائين پــاڻ کي گڏيون ۽ شو ڪيس جون ڍميون بنائڻ چاهين ٿيون،" پوريءَ چيو.

پوءِ هو ٻئي ڏينهن جــي جلسي ۽ جلوس لاءِ تفصيل

سان سڏاءُ سڏڻ لڳيون.



سڄ ڪني ڪيڏي تہ ائين نظر لڳو تہ اڄ هو لڪتو ئي هن شهر جو تماشو ڏسڻ خاطر آهي. رستا ۽ گهٽيون خالي آهن. سوير ئي پنهنجن ڏنڏن ڏڙيڻن ۽ ٻنين ڏانهن ويندڙ پورهيت ۽ هاري نظر ڪونہ ٿا اچن. اسڪول ڏانهن ويندڙ ٻار بہ ڪونہ نڪتا آهن. گهرن ۾ ڪڏهن سس پس، ڪڏهن سرٻات، ڪڏهن جوشيلا آواز ۽ ڪڏهن گرماگرم بحث ٻڌجن ٿا. بس اسٽاپ تي سڄ لڳي ٻئي آهي. هتي واريون هوٽلون پرهہ ڦٽيءَ کان لائوڊ اسپيڪرن تي گانا شروع ڪري ڏينديون هيون، سي اڄ بند آهن. مالڪن بسون ٻاهر ئي ڪونہ ڪڍيون آهن.

شهر ڏانهن ايندڙ رستن ۽ پيچرن تي ۽ ٻنين وچان ڪي مرد ۽ عورتون ٻن ٻن ٽن ٽن جي ٽولين ۾ شهر اندر گهڙندا ڏسجن ٿا. هاڻي نوڪرين وارا نروار ٿيا آهن. هو پنهنجن آفيسن ۾ پهچڻ لاءِ ٽڪريون وکون پرپيندا وڃن ٿا.

جڏهن سڄ شهر جو وڏيڪ نظارو ڪرڻ واسطي اچا مٿيرو اچي ٿو تہ ڏسي ٿو تہ هڪ چوسول وٽ پنجاهہ کن ڀهراڙيءَ جون عورتون ڪٺيون ٿي ويون آهن. انهن جي اڳواڻ مکڙي آهي. جلد ئي پوري بہ اچي هنن سان شامل ٿئي ٿي. ايندي ئي هوءَ نعرا هڻائڻ شروع ڪري ٿي. نعرن ۾ بلندي ۽ جوش آهي. آسپاس جي گهرن مان مايون ۽ ڇوڪريون نڪرنديون هن مهڙ ۾ شامل ٿينديون نظر اچن

ٿيون. جلد ئي عورتن جو هجوم سؤ کن جو ٿي ويو ٿو. گوڙ تي ڪيترا مرد به ڪٺا ٿي ويا آهن. مکڙي انهن جي ويجهو وڃي چوي ٿي: ”اچو ڀائرو، اچي جلوس ۾ شامل ٿيو، هي سڀ جو احتجاج آهي.“

جلوس هلڻ شروع ڪري ٿو. جئن اڳتي وڌي ٿو ته گوڙ گهوٽالا الائي ڪٿان اچيو ان ۾ شريڪ ٿيندا وڃن ٿا. نعرن جي گونج وڌندي وڃي ٿي. رستي تي مکڙي جي شاگرديائيون گهرن ۾ گهڙي وڃن ٿيون ۽ گهر وارين عورتن ڏوڙي مردن کي جلوس ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ چون ٿيون. اهڙيءَ ريت جلوس ۾ واڌارو ٿيندو وڃي ٿو. گهر ويهي رهندڙ نوجوان ۽ رستي تي پري کان روئشو ڏسندڙ ماڻهو جيڪي جلوس ۾ حصو نه ٿا وٺن تن کي شاگرديائيون چوڙيون ۽ ٻوتيون اڇلائي هڻن ٿيون ته هي پائي وڃي گهرن ۾ وهو! اهڙيءَ طرح اچا به گهڻا ماڻهو جلوس ۾ شامل ٿين ٿا.

هن مهل تائين مانجهي ۽ ڳوٺن مان آيل پيا ماڻهو به آهستي آهستي جلوس جو حصو بنجي ويا آهن.

شهر ۾ پرپور هتتاڙ آهي. سچ عجب مان دوڙا ڦاڙي ڏسي ٿو ته ههڙي ننڍي شهر ۾ هيترا ماڻهو ڪيئن گڏ ٿي ويا آهن، ڪٿان آيا آهن! ڏهن هزارن جو هي جوشيلو جلوس مختيارڪار جي آفيس ڏي وڌي رهيو آهي. مرد جلوس جي مهڙ ۾ ٿيڻ چاهين ٿا، پر عورتون قبول نه ٿيون ڪن. هو مکڙيءَ ۽ پوريءَ جي مهنداريءَ ۾ آڏو آڏو هلي رهيون آهن.

پوليس جي هڪڙي ٽرڪ رستو روڪي اچي تي بيهي. هو لائوڊ اسپيڪر تي چون ٿا ته ”هي جلوس بي قاعدي آهي، ان ڪري ڇڙوڇڙ ٿي وڃو!“ جواب ۾ ماڻهو پوليس خلاف نعرا هڻن ٿا. پوليس چتاءُ ڏئي ٿي ته ”بي حالت ۾ لٺبازي ڪئي ويندي ۽ ڳوڙها گئس گولا اڇلايا ويندا!“ جلوس تي ڪو اثر ڪونه ٿو ٿئي. سپاهين کي هيٺ لهي لٺين هلائڻ جي همت ڪانه ٿي ٿئي، پر ڳوڙها گئس جا ٻه گولا اڇلائين ٿا. ماڻهو ڇڙي پون ٿا. هنن ۾ جوش پکڙجي وڃي ٿو ۽ هو جوابي حملو ڪن ٿا. پوليس ڏي پٿر ۽ سروٽا اڇلائين ٿا. سپاهي گهبرائجي وڃن ٿا ۽ پنهنجو سر بچائڻ خاطر ٽرڪ مان ٽپو ڏئي ڀڄڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. ماڻهو هنن کي نه رڳو مارين ڪٽين ٿا، پر هنن کان لٺيون، پستول ۽ رائيفلون به کسي وٺن ٿا. گهڻو ڪري سڀ سپاهي زخمي حالت ۾ ڀڄي وڃن ٿا. ماڻهو ان ٽرڪ کي باهه ڏئي ٿا ڇڏين.

ماڻهن جي هٿن ۾ پوليس کان کسيل لٺيون ۽ بندوقون ڏسي، ڀوري زور سان چوي ٿي:

”مون کي ائين محسوس ٿي رهيو آهي ته هٿيار ديس جي حقيقي رکوالن ڪردن وٽ پهچي ويا آهن.“

نعرن ۾ نئين جان اچي وڃي ٿي:

”زمين جا انعام ۽ نيلام....“

”بند ڪريو!“

”ديس اسان جو....“

"زمين اسان جي!"
"پورهيو اسان جو...."
"اپت اسان جي!"
"جو کيڙيندو...."
"سو کڻندو!"
"جو پوکيندو ..."
"سو کڻندو!"
"جو لڻندو...."
"سو کڻندو!"
"جو ڳاهيندو...."
"سو کڻندو!"

هيڙي هجوم ۽ هيڙي جوش ۾ ڏسي عوام جي سپاهي فوج پنهنجيون ڪارروايون ڪندي آهي.



جلوس بس وڃان لنگهي رهيو آهي. فقط هڪڙي سرڪاري لاري بيٺي آهي. ماڻهو ان جي ٽانڪيءَ جو پٽڙ لاهي، ڏيان سان ان کي تيلي لڳائن ٿا. پنهنجي پري وڃي ٿو. پوءِ رستي تي جيڪا به سرڪاري گاڏي يا عمارت نظر اچي ٿي، ان کي اڏين باهه لڳائي وڃي ٿي.

ٽائي وڃان لنگهڻ وقت ماڻهو ان تي حملو ڪن ٿا. سپاهي مقابلي ڪرڻ لاءِ بندوقون ٽائي سامهون اچن ٿا ۽ ڇوڙڻ جي نيت به اٿن، پر جلوس مان جن وٽ هٿ آيل بندوقون آهن سي جواب ڏيڻ لاءِ تيار نظر اچن ٿا. سپاهين

جا ڍير ڍرا ٿي ويا ٿا. پوءِ ماڻهو هنن تي چڙهي ويا ٿا. هنن کان نه رکيو هٿيار کسيا ٿا، پر هنن جي لتن ۽ مکن سان مرمت ڪرڻ لڳن ٿا. هو مشڪل سان پنهنجي جان بچائي الائي ڪٿي وڃي ساهي پٽين ٿا.

ٻه ٽي ڏينهن اڳ، هنن ٻئي احتجاج جي سلسلي ۾ ٻڪڙيل ڪيترن هاري ڪارڪنن کي، لاڪپ ٽوڙي، آزاد ڪيو ويو ٿو. ٿاڻي ۾ رکيل هٿيار لٽيا وڃن ٿا. پوءِ ان عمارت کي باهه لڳائن ٿا، خاص ڪري رڪارڊ روم کي. جڏهن رڪارڊ سڙي رهيو آهي، تڏهن سڀ مان هڪڙو همراهه پڪاري ٿو:

”ڪوڙا فريـاد، ڪوڙا ايف. آءِ. آر ۽ ڪوڙيون شاهديون رک ٿي رهيون آهن!“

جلوس ڪورٽ وٽ پهچي ٿو، ته ڪلارڪ، آفيسر ۽ ٻيو عملو ڀڄي هليا وڃن ٿا. ڪافي ڀيڄ ٻاهه ڪئي وڃي ٿي. پوءِ گهولي گهولي وڃي رڪارڊ روم کي چوچڙي ڏني وڃي ٿي. پيڙ بلند ٿيندي ڏسي، ڪو زور سان چوي ٿو:

”وڏيرن ۽ پوليس جا هارين ۽ پورهيتن خلاف ڪوڙا ڪيس رک ٿي رهيا آهن!“

جلوس هاڻي اهڙي پاڙي مان لنگهي رهيو آهي، جتي ايراني پرڏيهين جا گهرگهٽا آهن. اوچتو ئي اوچتو جلوس تي انهن جي ڪنگهرن اندران ۽ ڇتين تان پٿرن، ٽڪرن پٿرن، سرون ۽ لوهه جي ٽڪرن جو وسڪارو ٿئي ٿو، ۽ ٽهڪندڙ پاڻي ۽ تيزاب اڇلايو وڃي ٿو. ماڻهن ۾ حالي

ڦڙڦوٽ پنهنجي وچي ٿي ۽ هراس ڏسڻ ۾ اچي ٿو، پر جلدئي جلوس جا اڳوان حالتن جو مقابلو ڪرڻ لاءِ جوابي ڪارروائي ڪرڻ لڳن ٿا.

هي پرڏيهي سدائين پاڻ کي الڳ ٿلڳ سمجهندا هئا ۽ الڳ ٿلڳ رهندا هئا. هو هتي پاڻ کي جذب ڪرڻ بدران هتي جي اصلي رهاڪن سان زبان، تهذيب، نوڪرين، تعليمي ادارن جي داخلائن ۽ ملڪيتن جي باري ۾ ڇتو پٽو اختلاف رکندا هئا.

هيئر جلوس وارن طرفان جوابي ڪارروائي ۾، بدمعاشن کي سدائين لاءِ سبق سيکارڻ واسطي هنن جا اهي گهر ٻاهران بند ڪري، انهن تي گاسليٽ ۽ پيٽرول جا دٻا هاري، باهيون ڏنيون وڃن ٿيون.

ڪو زور سان پڪاري ٿو: ”اسان جي ڌرتيءَ ڪردستان تي فساد جي جڙ جلي رهي آهي!“

ايراني پرڏيهين جي اوچتي حملي ڪري ڏيهي ڪردن جا ڪيترائي ماڻهو زخمي ٿيا هئا ۽ سڙي پيا هئا، پر جلوس وڌندو رهي ٿو، اڳتي وڌندو رهي ٿو.

سب جيل وٽ جلوس مٿان گوليون ڇوڙيون وڃن ٿيون. سب جيل جا سپاهي ۽ ٺاڻي مان پڪل سپاهي، جن جو شمار ڇاليهه کن آهي، سي سڀ اڳ ئي هتي گڏ ٿيا هئا ۽ جلوس مٿان حملو ڪيو هئائون. جلوس وارا به جوابي حملو ڪن ٿا. ڪافي وقت گولين جي ڏي وٺ ٿيندي رهي ٿي. جلوس وارن مان بي شمار ماڻهو ڦٽجي پون ٿا ۽ ڏهه ڇهه اڱٽ مري

وچن ٿا. چار سپاهي ٻه گولين جو شڪار ٿين ٿا. ڪي زخمي ٿين ٿا ۽ ٻيا پاڻ بچائي ڀڄي وڃن ٿا.

جلوس وري ٻه ڪونه ٿو رڪجي ۽ منزل ڏانهن وڌيڪ جوش سان وڌي ٿو، پر ان کان اڳ سڀ جيل جا دروازا ڀڄي، سياسي ۽ سالن کان بي دريافتا ۽ بيگناهه سزا مليل قيدين کي آجو ڪيو وڃي ٿو.

جلوس ۾ شامل ماڻهن جو ڳاڻاٽو هاڻي ويهه هزار تي ويو آهي. جلوس، پنهنجي منزل، مختياڪار جي آفيس، وٽ پهچي ٿو. آفيس جو عملو گم ٿي ويو آهي. نيلام تي واڪ ڏيڻ وارا ايراني جي ٻري ٻري کان آيا هئا ۽ سوير کان پنهنجي ماڻهن ۽ نوڻن جي ٿهين سميت اچي سهڙيا هئا، سي پڻ جلوس جون ڳالهيون ٻڌي اهڙو تيزيءَ سان ڀڳا آهن، جو پنهنجا ٽپڙ ٻه کڻي ڪونه سگهيا آهن.

هتي پڻ ڀڃ ڊاهه ڪئي وڃي ٿي ۽ رڪارڊ روم کي چڪيا تي چاڙهيو وڃي ٿو. هر طرف خوشيءَ جا آواز بلند ٿي وڃن ٿا:

”نيلام رڪ ٿي رهيا آهن. انعام رڪ ٿي رهيا آهن، ڪوڙا ڪليم رڪ ٿي رهيا آهن، ڪوڙا ڪاتا رڪ ٿي رهيا آهن!“

باهه جا پڙڪا ڏسي، ماڻهن جي نعرن ۾ جوش، تيزي ۽ بلندي اچي وڃي ٿي.

سڙندڙ عمارتن، سڙندڙ فائيلن ۽ سڙندڙ گاڏين واري دونهين شهر کي وڪوڙي ڇڏيو آهي. ايترو دونهون ٿي

ويو آهي جو سج کي پوسٽ ٿيڻ لڳو آهي ۽ ان جي آڏو
انڌارو ڦري ويو آهي، ۽ هو پورو ڏيک ڏسي نه ٿو سگهي.
ان ڪري اجا مٿي اچي شهر جي آسپاس جو نظارو ڏسي ٿو.
اختياريءَ وارن جــي خواب خيال ۾ به ڪونه هو ته
هتي جا ماڻهو ايڏي مظاهري جو انتظام ڪري سگهندا يا
ايتري هنگامي جي همت اٿن. ان ڪري هنن پوليس ۽ بچاءَ
جو ڪو خاص انتظام ضروري نه سمجهيو هو. هاڻي جو پاڻي
گجيءَ تائين اچي پهتو ته هو سجاڳ ٿيا. فون جون ڦيريون
۽ وائرليس جي ٺڪ ٺڪ شروع ٿي وئي. فون ته ڪانه لڳي.
معلوم ٿين ته شهر کان ٻاهر ويندڙ فون جون تارون ڪٽيون
ويون آهن. باقي وائرليس تــي تڪڙي واهر موڪلڻ لاءِ
پاڙاڊائون، نه رڳو پوليس لاءِ پر لشڪر لاءِ پڻ.
سج، دونهين ڪري، شهر کان نظرون هٽائي، شهر جي
آسپاس ڏسي ٿو ۽ مرڪي ڏئي ٿو. پوليس سان پربل لاريون
۽ ملٽريءَ سان ڏٽيل ٽرڪون ساز سامان ســان اچن ٿيون،
پر شهر کان ٽي ميل پري رڪجي وڃن ٿيون. اڳتي پاڻي
ئي پاڻي آهــي. شهر جي ٻاهران وڏو واهه آهــي، جنهن ۾
ويڪرو گهارو پيل آهي ۽ ان مان درياهه وانگر پاڻيءَ وهي،
آسپاس ميلن ۾ اراضيءَ کــي ٻوڙي ڇڏيو آهــي. ان شهر
ڏي ايندڙ هڪڙوئي پڪو رستو پاڻيءَ هيٺ آهي. ٻئي طرف
کان هڪ ٻه ڪچا رستا آهن. پر اهي هڪ ته بيڪار آهن،
۽ ٻيو ته ڪڏهن کوپاکٽي ۽ وڻ ڪيرائي انهن تي ٻه رڪاوٽون
کڙيون ڪيون ويون آهن.

ڪيترائي پوليس جا ۽ لشڪري آفيسر هيڏانهن هوڏانهن ڊوڙي رهيا آهن، سوچي رهيا آهن، صلاح مشورو ڪري رهيا آهن.

پوءِ ٽپڙ ڪلهن تي کڻي، و ڏون ڳوليندا، جهرجهنگ جهاڳيندا هلن ٿا. جيستائين سپاهي چڱي تعداد ۾ شهر اندر پهچن ٿا، تيستائين ٽي ڪلاڪ ٻيا به لڳي وڃن ٿا. پهچندي ئي اعلان ڪن ٿا ته شهر سان ڪرفيو لڳايو ويو آهي.

سچ پري پري لهي وڃي ٿو چڻ ڊپ هجيس ته بيقصور هوندي به پڪڙيو نه وڃي ۽ پوءِ ته صفا غائب ٿي وڃي ٿو چڻ ته هائي جيڪي شهرين ۽ ڳوٺاڻن سان ٿيڻ وارو آهي، سو ڏسڻ جو ست نه ٿي سارياڻين.

ماڻهو ته اول ئي مظاهرو پورو ڪري ٽڙي پکڙي ويا هئا. سيڪو پنهنجي وٿاڻ پهچي ويو. سپاهين پنهنجي ڪارروائي شروع ڪري ڏني. هر گهر جي تلاشي ورتي ويئي، هر مرد ۾ شڪ آندو ويو، هر عورت جي بيحرمتي ڪئي وئي.

شهر ۽ ڀر وارن ڳوٺن جي سوين مردن ۽ عورتن کي گرفتار ڪيو ويو. سڄي رات هنن کي سٽيندا ڪٽيندا رهيا، ايذاءُ رسائيندا رهيا، بي عزتيون ڪندا رهيا، جٺيون ڪندا رهيا. ڏوهي ۽ بيڏوهيءَ جو سنڌو ڪونه هو. ڪجهه ڪلاڪن اندر ئي سيني کي جهرو لاش بنائي ڇڏيائون. جلوس دوران گهٽين ۽ رستن تان سپاهي ۽ ڪاٺورا غائب ٿي ويا هئا. فوج اچڻ کان پوءِ هو شينهن جو نقاب پائي منظر تي آيا.

پئي ڏينهن سپاهين لاءِ چڱي سون جــي ڪاٺ ڪلي پئي. جن ماڻهن پيسا ني ڏنا، تن کي آزاد ڪيائون. هر چٽي تي پنج ــؤ کان پنج هزار تائين تــي ورتائون. هڪ ڏينهن اندر هنن جي جهوليءَ ۾ لکين رپيا پهچي ويا.

بــاقي ــؤ کن اهڙا مرد ۽ عورتون وچي بچيا، جــن ۾ ڏوکڙ ڏيڻ جي پهچ ڪانه هئي. انهن تي ڪيترن ئي قلمن هيٺ ڪيس چــالان ڪيا ويــا. انهن کي وڏن شهرن جي سينٽرل جيلن ڏانهن اماڻيو ويو.

هاري سنگت پــاران هنن قيدين واسطي وڪيلن جــو بندوبست ڪيو ويــو. ســرڪار زمينن جــو نيلام مهمل ڪري ڇڏيو.

قومي ڪارڪنن، وطن دوستن ۽ انقلابين پٺيان ته سدائين پنڌي پريــل هوندي آهي، پر هن گرفتاريءَ جــي وارنٽن ڪيترن کي اچرج ۾ وجهي ڇڏيو. اهو ان ڪري جو هڪ ته ڪرفيو واري واقعي کي مهيني کان وڌيڪ عرصو ٿــي ويو هو ۽ ٻيو ته جن جــي خلاف وارنٽ نڪتا هئا، اهي ڪرفيو واري شهر کان تمام پري، ڪن حالتن ۾ پندرنهن ويهن ڪوهن تي رهندڙ هئا. جيتوڻيڪ ڪرفيو وارن ڏينهن ۾ پڪڙ پڇاڙ ٿي هئي ۽ اهــا به ان شهر يــا آسپاس جي ٻن ٽن ميلن جي اندر وارن ڳوٺن ۾. مــاڻهن اهو به محسوس ڪيو ته جن خلاف وارنٽ نڪتا هئا، ســي سچ پچ نيلام واريءَ تحريڪ سان ڪنهن نــه ڪنهن نموني ڳنڍيل هئا. ڪارڪنن کي مڃڻو پيو ۽ خبردار ٿيڻو پيو ته سرڪار جي

جاسوسيءَ جو چار اثرائتي انداز ۾ پکڙيل هو.

جن خلاف وارنٽ نڪتا هئا، تن ۾ مانجهيءَ جو نالو منيل ۾ هو. هن کي روپوش ٿيڻو پيو.



تيل جي ڪري، ايران شاهوڪار ۾ شاهوڪار ملڪ بنجي ويو، ياگهٽ ۾ گهٽ ايران جو شهنشاهه، دنيا جوشاهوڪار ۾ شاهوڪار شخص بنجي ويو. پرڪردستان ۾ ڪرد وڌيڪ غريب ۽ وڌيڪ ڏتڙيل بنجي ويا. ڪردستان ۾ تيل جي کوٽ نڪرڻ ڪري، ڪردن جي معاشي حالت سڌرڻ بدران بگڙي وئي. انهن کوهن جي ڪمائيءَ مان ايران جي شهنشاهه ۽ ايرانين جا کيسا پرجندا رهيا. ڪردستان جي هڪ وڏي شهر ماهه آباد جي ڏهه ميل اتر ۾، هتي جو وڏي ۾ وڏو تيل جو کوهه هو. جڏهن اتي تيل تلاش پئي ڪيو ويو، تڏهن ڪردن کي آسرو ڏنو ويو هو ته تيل نڪرندو ته اتي رکيو تر جي ڪردن کي روزگار ۽ نوڪريون ملنديون ۽ تيل جي ساري اپت ڪردستان جي واڌاري تي خرچ ڪئي ويندي. پر اهي پئي انجام ڪونه پاڙيا ويا. تيل جي پوري آمدني شهنشاهه ۽ ايرانين جي هٿن ۾ پهچي ويندي هئي، ۽ اتي جي ٻه هزار ملازمن مان رکيو هڪ سؤ ڪرد هئا، سي به يا مزور يا منشي. باقي انجنير ۽ آفيسر ته سڀ ايراني هئا. جيتوڻيڪ ڪيترائي يونيورسٽين مان ڊگريون پاس ڪيل انجنير ۽ هنرمند ڪرد بيروزگار موجود هئا. ايراني مزورن کي ٻه وڏيون وڏيون پگهارون

بلنديون هيون، هنن کي رهڻ لاءِ عاليشان ڪوارٽر ٺهرائي ڏنا ويا هئا ۽ ٻيون هرقسم جون سهوليتون هنن لاءِ ميسر ڪيون ويون هيون، ۽ هو ٺٺ سان رهندا هئا. ڪردن کي نوڪريون ته ڪونه مليون، پاڻ انهن کوهن جي ايراضيءَ ۾ هنن جا جيڪي ڳوٺڙا، گهر، جهوپڙيون، کيتيون ۽ وٿاڻ هئا، تن کان به هنن کي هٿ ڌوئڻا پيا ۽ انهن جو اجورو به ڪونه ملين.

هاڻي هاري سنگت جو نشانو، هيءَ تيل جي کوهن ۽ ڪارخانن جي ايراضي هئي. ٻر هنن لاءِ ٻه اصول مقرر ڪيا: هڪ ته تيل کي ٻاهر نه ڏبي يا ناس نه ڪبو. هو سر محمد اقبال جي انهيءَ ويچار سان سهمت نه هئا ته جنهن ٻنيءَ مان هاريءَ کي روزگار ميسر نه ٿو ٿئي، ان ٻنيءَ جي ڪڻڪ ساڙي وجي. هو ان خيال جا هئا تہ ڪڻڪ ساڙڻ بدران، ان سرشتي جي ٻرمار زميندار کي ختم ڪيو وڃي. ٻيو اصول هنن اهو مقرر ڪيو ته ڌاريا اسان جي ڌرتيءَ تي ڪمائيءَ جي لالچ ۾ اچن ٿا. ان ڪري ڪمائيءَ جي هند هنن واسطي اهڙيون حالتون پيدا ڪيون وڃن، جو نہ هنن جي روزگار جي سلامتي رهي ۽ نہ اتي رهڻ ڪرڻ جي. اتي احتجاج ۽ بغاوتون ڪري، اختياريءَ وارن کي مجبور ڪيو وڃي ته انهن ڪارخانن ۾ رکيو ڪردن کي ملازمتون ملن، ۽ ڌارين کي به اکيون ڏيکاريون وڃن ته هو اسان جي ڌرتيءَ کي پنهنجي ٻاپ جي جاگير سمجهي بنا خوف خطري نہ ايندا رهن.

تيل جي کوهن ۽ ڪارخانن ۾ رهندڙ ايرانين جي سنڀال واسطي اتي ايراني لشڪر جو هڪ جٿو دائمي طرح مقرر هو. هاري سنگت جي گوريلن، سڀ گڏجي ڪٺي حملي ۽ راتاهي جي رٿابندي ڪئي. هڪ رات او چتو حملو ڪيو ويو. سخت مقابلو ٿيو. هوڏانهن ٻه ٽي ڳچ ايراني سپاهي ۽ ڪي هزار کن ايراني ملازم به هئا. ايراني لشڪر، جنهن کي آمريڪا سکيا ڏني هئي، جنهن لاءِ هي ام هئي ويندي هئي ته دنيا جو بهترين لشڪر آهي ۽ جنهن کي آمريڪا، ايشيا جو پهريدار مقرر ڪيو هو، ۽ جنهن وٽ آمريڪا جا بهترين ۽ خطرناڪ هٿيار هئا، تنهن دب ٿي ڪانءِ جهلي. ڌرتي ۽ وارن وٽ به هٿيار هئا، هنن وٽ تربيت، تياري ۽ تنظيم به هئي، پر سڀ کان وڏو هٿيار جو هنن وٽ هو، سو هو مقصد جي بلندي ۽ قومي جذبي جي سچائي. پنهي پاسي ماڻهو جام ڦٽيا ۽ مئا. پر ايراني سپاهين پيڇڻ شروع ڪرڻ ۾ دير نه ڪئي. هو پنهنجن جيپن ۽ ٽرڪن ۾ ميدان ڇڏڻ لڳا. ٿوري دير اڳ جتي بندوقن جا ٺڪاءَ ۽ گولن جا ڌماڪا هئا، اتي هيندر گاڏين جي ڦيٿن ۽ انجڻين جا گهرڙاٽ فضاکي پرڻ لڳا. ايراني ملازم به سائيڪلن، موٽرسائيڪلن، موٽرن ۽ عملي جي لارين ۾، نه ته پيرين پنڌ ئي اتان پڄڻ لڳا. هاري سنگت وارن هنن جي پڄڻ ۾ ڪا به رنڊڪ نه وڌي. هنن اهوئي چاهيو هو.



هاري سنگت جو پايو وڌي ڏهن سالن جو عرصو ٿيو هو.

ڳوٺاڻا هاري راڄوڻي فيصلن واسطي وڏيرن وٽ ڪونہ ويندا هئا. شخصي مسئلن، گهرو جهيڙن، پاڙي وارن جي انبڻت، سنگابنديءَ جي اختلافن ۽ برادريءَ جي تڪرارن نبيرڻ لاءِ هائي هو هاري سنگت وٽ ويندا هئا.

هن علائقي جا وڏيرا هاري سنگت کان گهبرائجي ويا هئا. هنن حالي ڏاڍي ۽ ڏمر جي ڪارروائين کي روڪي ڇڏيو هو. هو پنهنجي منهن بہ پيا ڳڻ ڳوت ڪندا هئا ۽ ٻين زميندارن سان ملندا هئا تہ. هنن سان بہ پيا صلاح مشورو ڪندا ۽ سٿون سٿيندا هئا تہ ڪيئن هارين جي ان تحريڪ کي چيڀاڙجي ۽ ختم ڪجي.

دلاور هاريءَ وارو وڏيرو ولي، رات ڏينهن پيو بدلي جي باهہ ۾ سڙندو هو. هن کي مجبور ٿي هن هاريءَ کي زمين واپس ڏيڻي پئي هئي، چوري ڪرايل ڍور موٽائڻا پيا هئا، ۽ هن جي سڙيل سامان ۽ سڙيل گهر جو عيوضو پري ڏيڻو پيو هو. اهوئي ڊپٽي ڪمشنر جو فيصلو هو، جنهن کي هن جهڳڙي نبيرڻ لاءِ حڪومت ٺياڪڙ مقرر ڪيو هو. حڪومت ۽ ڊپٽي ڪمشنر هارين، مزدورن ۽ شاگردن جي هلچل کان مجبور ٿيا هئا، جي ٣ ڏينهن کان سانده بک هڙتال تي ويهي پاڻ کي گرفتار ڪرائي رهيا هئا ۽ دڙڪا ۽ ڌمڪيون هنن کي راهہ تان هٽائي نہ سگهيون هيون.

وڏيري زهر جو ڍڪ پري ئي فيصلو قبول ڪيو هو. پر هو موقعي جي تاڙ ۾ هو.

هنن ڏينهن ۾ هــن کي وجهہ ملي ويــو. گهڻا هاري ڪارڪن، انهن ۾ بہ خـاص ڪ سرگرم همراهہ زمينن جـي نيلام واريءَ هلچل ۾ رڌل هئا. پهرين ان ڏينهن لاءِ تياريون ڪرڻ ۾ ۽ پوءِ گرفتار ٿيل ساٿين جي ضامن ڪٺائڻ ۽ ڪيسن کي منهن ڏيڻ لاءِ. وري وڏيري ولڻ وارو ڳوٺ بہ انهن ڳوٺن کان ڪافي پري بہ هو.

هڪ رات وڏيري جا ڪيترائي پالتو شودا، دلاور جي گهر تي چڙهي آيا ۽ ڪهاڙين سـان سيني پـاتين تي حملو ڪيائون. پوءِ ڏمڪيون ڏيندا هليا ويا. دلاور، هن جي زال، بہ ڏيئر ۽ بہ پٽ زخمجي پيا. دلاور پـاڻ سخت ڦٽجي پيو هو. هنن جا ساٿ اچي پهتا ۽ هنن کي کٽائي ٿاڻي تي ويا.

پوليس پهرين تہ هنن جو فرياد نہ ٿي ورتو. پوءِ جڏهن ورتائون تہ رپورٽ ۾ جوابدارن جا نالا اهـي نہ لکيائون، جي فريادين ٻڌايا. پر هنن ٻن ٽن بيگناهہ هاري ڪارڪنن جا نالا لکيا، جي وڏيرو اڳواٽ ئي هنن کي ٻڌائي ويو هو.

پوءِ انهن بيگناهن کي سندن گهرن مـان اٿـاري وڃي گرفتار ڪيائون.

زخمي اسپتال ۾ ويا تہ ڊاڪٽر، جو وڏيري جو گهڻگهرو هو، ٻين زخمين کي تہ داخل نہ ڪيو ۽ چيائين تہ انهن کي ڪو خاص ڌڪ نـاهي، پر دلاور، جنهن جـي حالت نازڪ هئي، تنهن کي اسپتال ۾ داخل ڪيائين.

ٻين هارين ضلعي، پرڳڻي ۽ ملڪ جي اختياريءَ وارن کي تارون ڪيون، پر ٻن ڏينهن تائين ڪجهہ ڪونہ ٿيو.

پوءِ هو ضلعي هيڊ ڪوارٽر ۾ وڃي ايس-پيءَ سان مليو.
هن درخواست ڊي-ايس-پيءَ ڏي موڪلي ۽ ڊي-ايس-
پيءَ صوبيدار ڏي. صوبيدار ورندي ڏي هن تي ڏنڊو ڪڍي
آيو. چيائين: ”توهان مون کي ڪونه ٿا سڃاڻو، مان چار
خون ڪري چڪو آهيان، جنهن به منهنجي شڪايت ڪئي
تنهن کي مان سڌو گوليءَ سان شڪار ڪندس. مان رشوت
ڏهل تي ڏونڪو هڻي ڪائيندو آهيان. منهنجو اڄ ڏائين ڪير
وار ونگو ڪري نه سگهيو آهي. مان هارين جهڙن نيچ
ماڻهن کي ڪنگهان به ڪونه. اهڙا ڪتا ته روز پيا مرن.
منهنجي هلندي پڄندي رئيسن، سردارن ۽ خانن تائين آهي.
توهان منهنجي ماتحت ٿاڻي خلاف وڏن آفيسرن وٽ
شڪايت ڪئي آهي، مان توهان مان هڪ هڪ کي ڏسي
رهندس.“

ڏهن ڏينهن کان پوءِ، اسپتال ۾ جڏهن دلاور پوين
پساهن ۾ ٿيو ته ڊاڪٽر هن جي مائٽن کي چيو ته هن کي
هڪدم گهر ڪڍائي وڃو. مائٽن احتجاج ڪيو ته هي ٺيڪ
ٿي ڪونهي، گهر ڪيئن ڪڍائي وڃون. پر ڊاڪٽر زبردستيءَ
هن کي لوڏي ڪڍيو. هو اڃا اهـا ڪٽ ڪڍي اسپتال جي
در وٽ پهتا ته دلاور دم ڏنو.

پوليس کي ڊاڪٽر بيان ڏنو ته هن کي چڱو ڀلو ڪري
چار ڏينهن اڳـــ اسپتال مان موڪل ڏني وئي هئي. هي
وري الائـي ڪهڙيءَ بيماريءَ جو علاج ڪرائڻ لاءِ ڪڍي
ٿي آيس ته وات تي ٿي مري ويو. پوسٽ مارٽم جي رپورٽ

۾ ڊاڪٽر لکيو تہ دلاور جو موت نمونيا جي بيماريءَ ڪري ٿيو آهي.

اهڙو ظلم ڏسي دلاور جو هڪ جوان پٽ دماغي توازن وڃائي ويٺو، ايتري قدر جو هن کي زنجيرن ۾ ٻڌي قابو ڪيو ويو.

دلاور جي زال، جنهن کي سرڪاري ڊاڪٽر اهو چئي علاج کان انڪار ڪيو هو ۽ اسپتال ۾ داخل نہ ڪيو هو تہ هن جو زخم معمولي آهي، جيتوڻيڪ ان وقت هلڻ چلڻ تہ ڏهيو، پر هوءَ اٿي ويهي بہ نہ ٿي سگهي، تنهن جو اصل ۾ ڪاپيءَ چنگهہ وارو هڏو ڀڄي پيو هو. بروقت علاج نہ ٿيڻ ڪري چنگهہ سڄي پئي، زخم پڪريز ڪري ويو، ان ۾ ڪينئان پئجي ويا، ان مان رت ۽ پُونءِ وهڻ لڳي ۽ ڌپ ڪري ويو. جنهن تنهن ڪري هن کي ڪٽي ١٥ ميل پري شهر ۾ هڪ خانگي ڊاڪٽر کي ڏيکاريو ويو، جنهن ٽنگ جي چڪاس ڪري ٻڌايو تہ اها ايتري خراب ٿي وئي آهي جو گوڏي وٽان ڪپڻي پوندي.



ڪيترائي سال دستور موجب "هارين جي اسڪول" ۾ گڏ ٿيا. هي اسڪول ڳوٺ کان پري هڪ هاريءَ جي زمين تي ڌاهيل گهر ۾ بنايو ويو هو. هتي نہ رڳو هارين کي لکڻ پڙهڻ سيکاريو ويندو هو پر هنن کي ملڪ جي خبرن کان باخبر ڪيو ويندو هو ۽ دنيا جي موجود حالتن تي خيالن جي ڏي وٺ، تبصرو ۽ تنقيد بہ ٿيندي هئي. هاري سنگت

جي ڪاروباري ڪاميٽيءَ جي ميٽنگ به ٿيندي هئي.

هڪڙي هاريءَ هڪڙو شعر ڳائي ٻڌايو، جو هو هڪ ڇپيل ڪتاب تان اتاري آيو هو:

سوچيو، سائيو! سوچيو
ڏسو، سائيو! ڏسو
اچوڪيون حالتون.
زميندار ڪم ڪونه ٿا ڪن
پر هنن جا گدام اناج کان پيا ڦاٽن،
شاهوڪار ڪڪ پڇي ٻيڻو نه ٿا ڪن
پر بي انت ڪاڏو ڪاڙهي ڪري
هنن جا پيٽ نڪرندا وڃن.
هاري ۽ پورهيت سڄو ڏينهن پگهر وهائن
تڏهن به اڌ بکيا ۽ اڌ اگهاڙا
اجهي لاءِ ڇت ڪانه.
سوچيو، سائيو، سوچيو
ڇا حالتن ۾ ڦيرو اچڻ نه گهرجي؟

هڪ سائيءَ ٻڌايو: ”موڪلن ڪري شاگردن جي هڪڙي ٽولي اسان جي ٽر جي ڳوٺن ۾ آيل آهي. هوهارين کي لکڻ پڙهڻ سيکاريندا آهن، هنن ۾ سياسي ساڃهه پيدا ڪرڻ واريون ڳالهيون ٻڌائيندا آهن ۽ عملي ڪم به ڪندا آهن. مثال طور غريبن جي ڪچن گهرن ۽ ڪکائين جهوپڙين جي مرمت ڪرڻ ۽ انهن کي مضبوط بنائڻ لاءِ پاڻ مزوري ڪندا آهن ۽ گهربل سامان پنهنجي خرچ تي مهيا ڪندا

آهن. هينئر به اسان جي ڳوٺ ۾ خميسي، لونگ ۽ ڪانڊيري
جن جي گهرن تي ڪافي محنت ڪئي اٿن.“

هئي هڪ ساٿيءَ ٻڌايو ته ماڪوماڇي جنهن کي وڏيري
ڪوڙي ڪيس ۾ ست سال ٽيپ ڏياري هئي، سو سزا پوري
ڪري جيل مان آزاد ٿي اڄ آيو آهي.

پوءِ گفتگوءَ جو رخ بدلجي ويو:

”جڏهن عوام ڏسي ٿو ته ڌاڙن تي زميندار ۽ سرمائيدار
جي چرچ تي پورهيتن ۽ غريبن تي ناجائز ظلم ٿئي ٿو، اتي
پيسن جي بازي هلي ٿي، ڪورٽن ۾ ڪيس اهو کٽي ٿو
جنهن وٽ مت ۽ پت آهي، جو پيسن جي زور تي سٺو
وڪيل ڪري سگهي ٿو يا اثر رسوخ ۽ هلندي پڄندي
اٿس، جتي قانون نيلام ٿيندو ۽ انصاف وڪامندو آهي، تڏهن
مالهن جو قانون ۽ انصاف جي ادارن تان ڀروسو پڄي پوندو
آهي.“

”جاگيرداري ۽ سرمائيداري سرشتي ۾ قانون بنائڻ
وارا پاڻ جاگيردار ۽ سرمائيدار يا سندن چاڙتا هوندا آهن.
انهن قانونن ۾ سندن طبقي جي سلامتي ۽ بچاءُ هوندو آهي.
اهي قانون اهڙا هوندا آهن، جن تي عمل فقط پورهيت
طبقي وارن لاءِ ٿيندو آهي. پرسار طبقو پيسي يا هلندي
پڄنديءَ جي زور تي ان جي پڪڙ کان پنهنجو دامن بچائي
سگهندو آهي. سزائن جي چنبي ۾ گهڻو ڪري رڳو مسڪين
پورهيت ۽ هاري ايندا آهن.“

”پوليس ۽ ڪامورا شاهي ڦريندڙ طبقي، پنهنجي ڦر

جي حفاظت ۽ ڦر ۾ مدد ڪرڻ خاطر وجود ۾ آندا آهن."

"جاگيرداري ۽ سرمائيداري سرشتي ۾ انصاف جي ادارن کان اهو ڪرايو ويندو آهي، جو حڪمران چاهيندا آهن. حڪمران طبقي جو مفاد ئي انصاف جي صورت وٺندو آهي."

"جڏهن ملڪ ۾ قانون نہ رهندو آهي، جڏهن ملڪ ۾ انصاف نہ رهندو آهي، تڏهن عوام قانون پنهنجي هٿ ۾ کڻندو آهي ۽ ڏنڊي جي زور تي قانون ۽ انصاف جا ڀروڙي ادارا ختم ڪري ڇڏيندو آهي. ان کي چئبو آهي انقلاب."

"اسين جنهن نظام جا مخالف آهيون، اسين جنهن نظام کي غلط سمجهون ٿا، ان نظام جي عدالت ۾ ڪيئن ڀروسو رکي سگهون ٿا."

"اڄڪلهہ فارسي اخبارون پڙهجن ٿيون تہ سڄيون اهڙين خبرن سان ڀريل آهن تہ: اسپيشل ڪورٽون ٺاهيون ويون، اسپيشل ٽربيونل مقرر ڪيا ويا، فلاڻن سياستدانن کي گرفتار ڪيو ويو، فلاڻي اڳواڻ کي جيل موڪليو ويو، فلاڻي کي شهر نيڪالي ڏني وئي، فلاڻي جي تقرير تي پابندي وڌي وئي، فلاڻي روپوش ڪارڪن کي حاضر ٿيڻ جو حڪم، فلاڻي رٽ وڌي، فلاڻي اپيل داخل ڪئي، فلاڻي تي وارنٽ ڪڍيا ويا، فلاڻي جو ضامن رد ڪيو ويو، فلاڻي جي فلاڻي سان جيل ۾ ملاقات، فلاڻي جي اپيل رد ٿي، فلاڻي کان ڇڙڪو ٿيندو، فلاڻي کي هيترن سالن لاءِ سياست کان نااهل قرار ڏنو ويو، فلاڻي پبلشر کي نوٽيس،

فلاڻي پريس تي ڇاپو، فلاڻا ڪتاب ضبط، ڪيسن جون ڏکيون ڏکيون شنوايون، پڪڙيل ليڊرن جي ڪورٽن ۾ ڏکي دليلبازي، سرڪاري وڪيلن جا جواب. ڏسجي ٿو ته پوليس ۽ ڪورٽن لاءِ بي ڪا ڳالهه رهي ڪانهي ۽ ملڪ ۾ ٻيو ڪو مسئلو ڪونهي: نه اقتصادي، نه معاشي، نه تعليمي، نه سماجي، نه وري ملڪ تعمير يا ترقيءَ جو گهرجائو آهي."

"اهي سڀ حڪمران ۽ پرمار طبقي جا پاڻ ۾ تضاد آهن ۽ ڪرسين لاءِ ڏاڙهيءَ پٽ."

هڪڙو ساٿي ڪتاب ۾ هڪڙي ٽڪري تي نشان ڪري آيو هو. ڪتاب کولي اهو پڙهي ٻڌايائين:

"اڄوڪي دور ۾ سائنسي انقلابي نظريي ۽ سوشلزم طرف شعوري سفر کان سواءِ ڪوبه انقلاب صحيح معنيٰ ۾ ڪامياب نه ٿو ٿي سگهي."

هڪ ساٿيءَ دلاور هاريءَ ۽ هن جي خاندان سان ٿيل ظلم جو تفصيل ٻڌايو.

پوءِ مانجهي، جو لڪ چپ ۾ اهڙن ميڙن ۾ شريڪ ٿيندو هو، تنهن اٿي بيهي ڳالهايو:

"اسان جي هاري سنگت کي قائم ڪئي ڏهن سالن کان وڏيڪ عرصو گذري چڪو آهي. پهريون دور هو 'مانيٽي هلچل' جو، جو هلي پوروٽيو ۽ اسان ذهني سجاڳي آندي. ٻيو دور هو 'ٻڌري هلچل' جو ۽ اسان پارٽي ٺاهي ان جي ميمبر سازي ڪئي ۽ ان جي پوري علائقي ۾ تنظيم

ڪئي. ٽيون دور هو 'سياسي هلچل' جو. اسان ٻڪ هڙتالون ۽ مظاهرا ڪيا. هاڻي انقلاب پيو سڏي ۽ اسان لاءِ چوٿين دور 'انقلابي هلچل' جو وقت اچي ويو آهي. ظالمن ايرانين اسان جو گهڻو رت وهايو آهي. ان ظلم جو خاتمو آڻيو آهي. انقلاب جي اڳواڻي پارٽي ڪندي آهي ۽ اسان جي پارٽي مضبوط بنياد تي بيهي چڪي آهي. اسان عوام ۽ پورهيت طبقي ان واسطي ڏينهن رات محنت ڪئي آهي. هاڻي زميندارن جي ڪنهن به ظلم ۽ ڏاڍائيءَ جو پورو پورو جواب ڏنو ويندو."

وينل نعرو بلند ڪن ٿا:

"هاري سنگت...."

"سدا جيئي!"

پوءِ ساڳيو پهريون ساٿي هڪڙو ٻيو چيني گيت ڳائي ٿو:

پورهيتو ۽ هاريو
ڪڏهن نه وساريو:
بندوقن کان سواءِ
اسين بيوس رڙيون آهيون.
اٿي کڙي ٿيڻ
۽ آزادي کٽڻ لاءِ
اسان کي هٿيار اپنا ڪرڻ کپن.



سج ڪني ڪيڏي ته سڻاءَ موجب پهچڻ ماڻهو لڳا، ۽ ڏسندي

ڏسندي پارنهن سؤ کن ڪرد هاري بندوقن سميت ڪٺا ٿي ويا. پوء هو جلوس جي شڪل ۾ روانا ٿيا، ۽ ماڻهن پهريون پهرو هاري سنگت جي تيار ڪيل "بندوقن واري فوج" ڏٺي. وڏيري ولڻ جي جاءِ وٽ پهچي، هو هن جي حويليءَ ۽ اوطاق کي گهيرو ڪري ويا.

وڏيري جا چوڪيدار، نوڪر ۽ رکوالا هيءُ حال ڏسي لڪي ويا، يا ڀڄي ويا. وڏيرو ۽ سندس ٽي جوان پٽ، بندوقون تاڻي، سامهون ٿي بيٺا، ۽ هارين کي ڌمڪائڻ لڳا. هارين هنن کي چيو ته جي توهان هڪ فير به ڪيو ته توهان کي ۽ توهان جي عورتن کي ٻچن ٻچن ڪري ڇڏينداسين. پيش پئو ته توهان کي جيئدان ڏنو ويندو.

وڏيرن وارن واسطي ڪو ٻيو چارو ڪونه هو.

پوءِ هارين هنن کان هٿيار کسي ٿنهي مردن کي رسن ۾ جڪڙي گهٽيءَ ۾ بيٺل جدا جدا وڻن سان ڪٽي ڇڏيو. حويليءَ ۾ عورتن کي هڪڙيءَ ڪوٺيءَ ۾ واڙيو ويو. ڪابه ڇڪ ڏاڍ ڪانه ڪئي وئي. حويليءَ ۽ اوطاق ۾ جيڪو به فرنيچر، سامان، ٿانو ٿپا، هنڌ ڪٽولا، هٿيار، آن چانور، ڪاڏو ۽ سيڌو هو، سو سڀ ڪڍي، هارين ۾ ورهايو ويو. اهڙيءَ طرح گدامن ۾ ڪڻڪ، ڪپه، ۽ چانورن جو وڏو ذخيرو پيل هو سو به ونڊي ورڇي عوام کي ڏنو ويو.

وڏيري کي ٻڌايو ويو ته اوطاق هاڻي سندس ملڪيت نه رهندي. ان ۾ ڏهه ننڍا وڏا ڪمرا هئا، جن ۾ هارين جا ڏهه ڪٽنب رهايا ويا. انهن ۾ هڪڙو ڪٽنب مرحيات دلاور

جي پيرنورن جو هو. اهڙيءَ طرح اوطاق تي هارين قبضو ڄمايو.

وڏيري جي گهر جون زالون ۽ ٻار ٻچا سڄي رات پيٽ بکيا، پٽ تي سمهيا رهيا. مرد وڻن سان ٻڌا رهيا. ڪو به سندن واهر واسطي ڪونه آيو. صبح جو، جنهن وقت هو ساڻا ۽ نيم بيهوش هئا، ان وقت ٿاڻي جي جمعدار ڏچندي ڏچندي، هيڏانهن هوڏانهن نهاريندي، اچي هنن کي ڇوڙيو.

هارين جي هيءَ بغاوت ڇيهاڙيءَ لاءِ سوين هٿياربند ايراني سپاهين سان ٽرڪون ۽ جيپون پرجي هن علائقي ۾ پهچڻ لڳيون. سرڪار تائين اهي به خبرون پهچايون ويون ته هنن ساڳين باغين زمينن جي نيلام واري معاملي ۾ ماڻهن کي پڙڪايو هو، جلوس ڪڍيو هو، مظاهرو ڪيو هو ۽ سپاهين کي قتل ڪيو هو. سپاهين اچڻ سان ئي پنهنجي ڪاروائي شروع ڪري ڇڏي. رستي تي جيڪي به واٽهڙو، مسافر، ڏنار، هاري، ٻار، ٻڍا، ضاعفون نظر ٿي آيون تن تي گوليون ڇوڙيندا ويا. جيڪي ڳوٺ ٿي آيا تن جي رهاڪن کي بندوقن جو نشانو ٿي بڻايائون ۽ گهرن کي باهه ٿي ڏنائون. هڪ ئي ڏينهن ۾ سوين ماڻهن کي ماريائون.

هاري سنگت وارا ڪرد سجاڳ ٿي ويا. هنن کي خواب خيال به ڪونه هو ته ڪا اهڙي ڪاروائي ٿيندي. هنن سمجهيو هو ته گرفتاريون ٿينديون ۽ مار موچڙو پوندو. هاڻي هنن جوابي عمل ڪرڻ ۾ دير نه ڪئي. هاري سنگت جا سکيا ورتل گوريلا ڇُرپُر ۾ اچي ويا.

سپاهي سڀ ايراني پرڏيهي هئا، جو نه ڏيهي ماڻهن کي ان ڪاڻي ۾ تمام گهٽ ڪنيو ويندو هو. هي هتي نوان هئا ۽ پهريون ڀيرو آيا هئا. هنن کي هن علائقي جي رستن پيچرن، واهڻن وسندين، لاهين چاڙهين، جهنگن جبلن، ڀِٽن ڀِڪن، نهرن واهن، پٽن پلين، ڍنڍن تلائن ۽ چرن غارن جي ذرو به واقفيت نه هئي. جنن نه هن علائقي جي ترقيءَ تي ڪڏهن به توجهه نه ڏنو ويو هو، تنهنڪري هڪ ڪان سواءِ سڀ رستا ڪچا ۽ بيڪار هئا.

ڪرد گوريلن وڻن ۾، ٽڙن پٽيان، جهنگن اندر، فصلن وچ ۾، پلين هيٺان، ڪڏن ۽ ڪاهين ۾، دڙن ۽ پهاڙن تي پنهنجا مورچا سنڀاليا ۽ پنهنجي آور ۾ ايندڙ سپاهين تي اڻراڻتا حملا ڪرڻ لڳا. سپاهي انهن مورچن جو اندازو ئي ڪري نه سگهندا هئا ۽ وري پنهنجو بچاءُ ڪرڻ يا ڀڄڻ جو رستو به نه سجهندو هون.

ڪيترن واهن کي گهارا وڌا ويا ۽ انهن جون پليون تباهه ڪيون ويون. رستا بند تي ويا ۽ اچ وڄ ناممڪن بنجي وئي. سپاهين جي مشڪلن ۾ واڌارو اچي ويو.

سڪيا ورتل عورتن مڪڙيءَ جي اڳواڻيءَ ۾ گهرن جا مورچا سنڀاليا ۽ هٿيارن سان مقابلا ڪنديون رهيون.

پندرنهن ڏينهن کان لڙائي جاري هئي. ايراني سپاهين لاءِ ڪاڏي جو مسئلو پيدا ٿي ويو. اتان هنن کي ملي نه ٿي سگهيو، رستن ڪٽجڻ ۽ گوريلن جي ڪاروائيءَ ڪري ٻاهران رسد پهچڻ محال هئي.

ان دوران سپاهي هڪ وڏو ڪارنامو سرانجام ڏيڻ ۾

ڪامياب ٿي ويا. اهو هو مانجهيءَ کي مارڻ جو. هو روپوش ته هو، پر هيءَ لڙائي جو چڙي پئي، ته ان ۾ هو پرپور حصو وٺندو رهيو ۽ مورچن تي اڳواڻي ۽ مقابلا پئي ڪيائين. هو ڪنهن به هنڌ ٻن ٽن راتين کان وڌيڪ نه ترسندو هو. ڪڏهن ڪنهن گهر ۾، ڪڏهن ڪنهن جهوپڙيءَ ۾، ڪڏهن جهنگ ۾، ڪڏهن غار ۾، ڪڏهن پهارن ۾. هن جي رهڻ جي هنڌ جي خبر هن جي تمام ٿورن ۽ تمام ويجهن ساٿين کي هوندي هئي.

ان ڏينهن هو هڪڙي ڳوٺ جي هڪ گهر ۾ هو ته اوچتو ڏيهاروڪن ايراني سپاهي اچي ڪڙڪيا ۽ ان گهر کي گهيرو ڪري ويا. ڏسجي پيو ته هنن کي صحيح اطلاع مليو هو ۽ هنن جي لحاظ کان وقت به موزون هو. مانجهي گهر ۾ اڪيلو هو ۽ فقط هڪڙو ساٿي پهريدار در وٽ موجود هو. سپاهين اندا ڌند حملو شروع ڪري ڏنو. پهريدار وٽ بندوق هئي ۽ مانجهيءَ وٽ مشين گن هئي. هنن مڙس ماڻهو ٿي مقابلو ڪيو. اٺ سپاهي هنن به ڍيري ڪري وڌا، پر پهريدار مارجي ويو ۽ مانجهي، جو گولين کان پرڻ ٿي پيو هو، سو به ڪري پيو.

ايتري ۾ شور تي ڪجهه ساٿي هيڏانهن پڇندا ايندا نظر آيا. سپاهين اهو ڏنو ته اها پڪ ڪرڻ کان سواءِ ته مانجهي مئو آهي يا نه، هو پنهنجا مئل ۽ ڦٽيل سپاهي کڻي ٽرڪ ڏانهن ڀڳا، جا ڳوٺ ٻاهران سڌ پنڌ تي بيهاري هئائون.

مرڻينگ مانجهيءَ وٽ ساٿي پهتا. هن پڇاڙيءَ ۾ به

مرڪي هنن جو من وڌايو ۽ جنگ جاري رکڻ جو تاڪيد ڪيو. هنن کي اهو به چتاءُ ڏنائين ته خود اسان ۾ ٻي سرڪار جا جاسوس موجود آهن، ۽ متن حملي لاءِ جوابدار جاسوس کان ڪين خبردار ڪيائين.

گوريلن مان به گهڻن ٻي جان ڏني، پر هنن کان مرندڙ سپاهين جو گهاڻاتو تمام گهٽو هو. ڪاڏي ۽ باروت جي کوٽ سپاهين کي مجبور ڪري ڇڏيو ۽ هنن ڪنهن نه ڪنهن نموني ان علائقي کان نڪري وڃڻ ۾ ئي خير ڄاتو.



ان رات ئي ڪرد هاري سنگت جي مک ڪاميٽيءَ جي گڏجاڻي ٿي. مصري به ان جو ميمبر هو. جڏهن ئي هو آيو ته هن کي جهلي رسين ۾ ٻڌي هڪڙيءَ ڪوٺيءَ ۾ بند ڪيو ويو. پوءِ ميٽنگ ٿي ۽ مصريءَ جي باري ۾ فيصلو ڪيو ويو.

مانجهيءَ مرڻ وقت ساٿين کي ٻڌايو هو ته مصري سرڪار طرفان اسان جي خلاف جاسوسي ڪندو ۽ چغليون هڻندو رهيو آهي، جنهن جا هن وٽ پڪا ثبوت آهن. هن ئي زمينن جي نيلاموراري هاچل سان گنڊيل ساٿين جا نالا ڏنا هئا، جن جي خلاف واقعي کان مهنو پوءِ وارنٽ نڪتا هئا. انهن مان ڪي ٻڌجي ويا ۽ ڪن کي روپوش ٿيڻو پيو. هن اهو پڻ ٻڌايو ته ڏينهن ٻن ۾ هو مصريءَ خلاف قدم کڻڻ جو سوال مک ڪاميٽيءَ ۾ آڻڻ وارو هو.

بحث مباحثي کان پوءِ ڪاميٽي فيصلي تي پهتي.

مصريءَ کي ٻاهر ڪڍي ننڍي ڌاريءَ تي ڏي گوليون هڻي ختم ڪيو ويو.



مانجهيءَ جي موت ڪري نه رڳو هاري سنگت پر ٻين ماڻهن ۾ به جوش وڌي ويو. پر وڏيرن پنهنجي پر ۾ سمجهيو ته هن پارٽيءَ جو هاڻي زور ٽٽي پوندو ۽ هلچل ختم ٿي ويندي. هنن ساهت جو ساهه کنيو.

انهيءَ خوشيءَ ۾ ۽ پنهنجي طاقت جو نئين سر مظاهرو ڪرڻ ۽ هارين کي هيسائڻ خاطر وڏيري قادربخش هڪ وڏي دعوت جو بندوبست ڪيو. ان ۾ ٿر جي زميندارن، اسيمبلين ۽ بورڊ جي ميمبرن، پوليس عملدارن، ڊپٽي ڪمشنر ۽ انجنيئر سميت، ضلعي جي ننڍن وڏن ڪامورن، سيٺين ۽ واپارين کي ڪوٺ ڏني وئي. سوين ماڻهو اچڻا هئا. ڪيترن ڏينهن کان پئي تياريون هليون. شهر مان اڻ ميو سامان گهرايو ويو هو.

سنگت وارن کي ڌاتهون مليون ته دعوت لاءِ وڏيرو هارين جون ٻڪريون، ڇيلا، ڍڳيون ۽ ڪڪڙيون کهڻ لاءِ زوريءَ ڪاهرائي يا ڪيرائي ويو آهي.

جنهن شام جو پارٽي ٿيڻي هئي، ان ڏينهن صبح جو ڳوٺ مان نغاري جو خاص نموني جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. جلدئي آسپاس جي واهڻن ۽ ڪيٽين مان به ساڳئي قسم جو آواز بلند ٿيو. ڏسندي ڏسندي هارين جا هشام اچي مڙيا ۽ ٽي هزار کن هاري، ڪلهن تي بندوقون رکي، اچي وڏيري

جي اوطاق تي سھڙيا.

اوطاق جي ھر چيز تي قبضو ڪري، ھارين جون ڍڳيون، ٻڪريون، ڇيلا ۽ ڪڪڙيون ھنن کي واپس ڪيون ويون. پوء، شھر مان دعوت واسطي آيل خاص ٻورچين کي حڪم ڪيو ويو ته انھن ٽن ھزار ھارين لاء کاڌو تيار ڪن. وڏيري جون ڏسي وڌل ٻڪريون، ڏھ ڍڳيون ۽ بي شمار ڪڪڙيون ڪٺيون ويون. وڏيري جي گدام مان ڏي چانور، اٽو، گيھ، ۽ ٻيو گھربل سامان ڪڍيو ويو. پارٽيء لاء آيل مٺايون ۽ ميوا به ھارين کي کارايا ويا. البت ھزارين رپين جون گھرايل ولايتي شراب جون بوتلون ڀڃي، شراب ھاريو ويو.

سڄو ڏينھن ھارين کاڌو پيتو. وڏيري کي دسترخوان تي گڏ وھاريو ۽ کارايو ويو.

ڪرد ھاري سنگت وارن ۾ خوداعتمادي پيدا ٿي وئي ھئي. ھنن کي پنھنجي طاقت جو احساس ٿي ويو ھو. ھو ھن علائقي تي حاوي ٿي ويا ھئا.

ھنن ھڪڙو نئون قدم کنيو. جيڪي وڏا زميندار ڪانئي پڻ، نچڻ ڳائڻ ۽ شڪار جون دعوتون عام جام ڪندا ھئا، تن کي، انھن دعوتن تي ايندڙ خرچ جو تخمينو ڪري، اوتري رقم، ھاري سنگت ۾ چندو ڏيڻ جو حڪم ڪيو ويو. ھنن کي انڪار ڪرڻ جي مجال نه رھي ھئي. ڪڪڙن ۽ ڪتن جي ويڙھين ۽ سوئر جي شڪار تي بندش وڌي وئي.



هڪ واهڻ ۾ چوريءَ جي واردات ٿي. سومهڻي مهل، ٿاڻي
جو هڪ سپاهي ان سلسلي ۾ سچل هاريءَ کي پڇا ڳاڇا
لاءِ ٿاڻي تي وٺي ويو. ٿر وارن کي خبر پئجي وئي ته ٿاڻي
۾ سچل کي سڄي رات ماريو ۽ پيڙيو ويو آهي. هنن کي
اها به خبر پئي ته اها چوري، ان واهڻ جي زميندار، پنهنجن
چاڙتن هٿان ڪرائي آهي ۽ پوليس هن جي چرچ تي ان
بيگناهه هاريءَ کي ڦاسايو هو.

پرهه ڦٽيءَ جو ڏي نغاري جو آواز فضاڪي چيرڻ لڳو.
ٿوري ئي دير ۾ "بندوقن واري فوج" جا هزار کن هاري
ٿاڻي کي وڪوڙي ويا. ان ٿاڻي جو جمعدار ايراني هو. هو
ڏاڍو ظالم ۽ وڏيري سان ٺٽ هو. وڏيري جي اشاري تي
بيگناهه ۽ غريب هارين کي عذاب ڏيندو ۽ ڪيسن ۾
ڦاسائيندو هو. هو هنن کي ابتو ٽنگيندو هو، مٽ پياريندو
هو، اس ۾ وهه ۾ اگهاڙو بيهاريندو هو، مانيءَ ۽ پاڻيءَ کان
محروم رکندو هو، لاڳيتو راتين جون راتيون ۽ ڏينهن جا
ڏينهن ننڊ ڪرڻ نه ڏيندو هو. هنن جي مائرن، ڀينرن ۽
نياڻين کي هنن آڏو ننگو ڪري بي آبرو ڪندو هو. پڇاڙيءَ
۾ پيسا وٺي ڇڏي ڏيندو هو. تازو هن جي اهڙي قسم جي
ظلم ۽ عذابن ڏيڻ ڪري به هاري ٿاڻي تي مري ويا هئا.
پوءِ انهن جا لاش درياهه ۾ اڇلي، مشهور ڪيو هئائين ته
هو ٿاڻي مان ڀڄي نڪتا ۽ پوليس کان بچڻ لاءِ درياهه ۾
ٽپو ڏنائون ۽ ٻڏي مئا.

هارين کي اهي سڀ خبرون هيون. اڄ هنن کي سڀ

ڪسرون ڪيڏيون هيون.

جمعدار بندوق ڪڍي سامهون ٿيو، پر گهٻراهٽ ڪري هن جو نشانو خطا ٿي ويو. ٽيهستائين جوان ٻه اچي پهتس ۽ هٽي ٽـڏي تـي ٿي ڪهاڙين سـان ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيائونس. ٻه سپاهي ٻيا به هئا. هنن کي ٻڌ ساڳئي نموني ختم ڪيو ويو. سچل هاريءَ کي آزاد ڪرايو ويو.

ان خبر پکڙجڻ سـان، تعلقي جا سڀ ايراني پوليس وارا يا ڀڄي ويا يا بدلي ڪرائي ويا.

سنگت وارن کي ڪڙڪ پئجي وئي هئي ته زميندار جي ڪهڙن چاڙتن، اها چوري ڪري، غريب سچل کي ڦاسايو هو. ”بندوق واري فوج“ وارن وڃي انهن کي قابو ڪيو. ٻه ڄڻا هئا. پوءِ انهن ۽ زميندار جـو منهن ڪارو ڪري، گڏهن تـي چاڙهي، هنن کي واهڻ جـي گهٽيءَ گهٽيءَ ۾ گهمايو ويـو. سارو وقت ماڻهو هنن تـي ڪلا، ڪانگهارا ۽ ٺڪون وساڻيندا رهيا.

”بندوقن واري فوج“ گوريلن کان الڳ تنظيم هئي. هنن وٽ بندوقون ۽ ٻيا بـه ٿورا گهڻا هٿيار هـئا. رستن ۽ ميدانن تـي انهن جون هـزارن ۾ قطارون ڏسيءَ ظالمن جو ساهه مٽ ۾ اچڻ لڳو.

تازين ڪارواين ڪري هاري سنگت وارن ۾ هرظلم جو مقابلو ڪرڻ لاءِ پڪو پهه پيدا ٿيو ۽ حوصلو وڌيو.

هاري سنگت جو وڌيل زور ڏسي ڪمترا وڏيرا پنهنجي ڪل بچائڻ خـاطر، ان جي ميمبر ٿيڻ جي ڪوشش ڪرڻ

لڳا. پر هنن کي ٽڏيو ويو. هنن کي ميمبر بڻجڻ جي لائق نہ سمجهيو ويو.

ميهر هاريءَ جي ڌيءُ نصيبان ڏاڍي سهڻي ۽ سڀاجهي هئي، ۽ پنهنجي سوٽ نواز سان مڱيل هئي. ڳوٺ جي رئيس رب ڏني، هن کي پنهنجي هوس جو شڪار بڻائڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪئي، پر ڪنهن بہ طريقي تمنا پوري ڪانہ ٿيس. هڪ لڳا، ڏينهن ڏٺي جو، جڏهن گهر ۾ رڳو ضاعفون هيون، تڏهن هن جا ڇاڙتا جيپ ۾ آيا ۽ ڇوڪريءَ کي زوريءَ کڻي ڪٺي ويا.

ڪجهہ ڪلاڪن اندر، پنج سؤ کن هاري، رئيس جي اوطاق کي گهيرو ڪري ويا. نصيبان جي عزت آبرو بچائي هن جا بند خلاص ڪيا ويا. رئيس کي پڪڙي هن کي هن جي مردانگيءَ جي جڙ کان محروم ڪيو ويو.

هن خبر جو تر ۾ اهو اثر ٿيو، جو زميندارن نيون بدمعاشيون ڪرڻ تہ ڇڏي ڏنيون، پر سالن جون سريتون ۽ ورهين جون وهاريل ۽ زوريءَ پڇايل جوانڙيون بہ واپس ڪري ڇڏيون، ۽ وري اهڙي بدمعاشيءَ جو واقعو ٻڌڻ ۾ ڪونہ آيو.



زرعي سڌارن دوران، ڪن زميندارن زمين بچائڻ خاطر، زمين جا ڪي ٽڪرا ڪن ڀروسي وارن هارين جي نالي ڪرايا هئا. هيءَ جو هاچل هلي تہ هارين انهن زميندارن

کي نپ جواب ڏئي ڇڏيو، ۽ بٽئي يا اپت جو حصو زميندار کي ڏيڻ کان نابري واريائون. هڪڙي ٽپيدار، وڏيري مولا بخش جي هشيءَ تي، ڪنڌي هاريءَ جي اهڙي نموني نالي ٿيل زمين جو کاتو ڦيرائي ڪنهن ڪليم واري ايراني پرڏيهيءَ جي نالي ڪرائي ڇڏيو. پوي جو ڪنڌو سو سڌو وڃي ڳوٺ جي هاري سنگت جي شاخ وارن وٽ دانهن ڪيائين. پنجاهه کن هاري، بندوقن سميت، ٽپيدار وٽ پهچي ويا. هن کي اڌ اگهاڙو ڪري، پادرن جي ڪنڌي پارائي، منهن تي دانگي ملي، گڏهه تي ابتو چاڙهي، سڄو ڳوٺ ڦيراياڻونس. پڇاڙيءَ ۾ توبهون زاريون ۽ ڳئي ڳيس ڪري جند ڇڏايائين.

انهن ٽپيدارن سان به ساڳي جٺ ڪئي وئي، جن ڪوڙن ڪليمن وارن ايرانين جي ناجائز مدد ڪئي هئي. ساڳي تعدي ان ايس. ڊي. او سان ڪئي وئي، جنهن عادت موجب ٽڳئي ڪرمي، هڪ ننڍي کاتيدار جي ڀني سڪائڻ ٿي چاهي. هو وڏيري ڀير کان رشوت وٺي، ساڊول ويڪرو ڪري، ٽڳئي جي حصي جو پاڻي به وڏيري جي زمينن کي ڏئي ڇڏيندو هو. گڏهه تي گهمائڻ کان پوءِ، هن کي به ڏينهن پاڻيءَ کان اٿين سڪايو ويو، جئن هن غريب ڪڙمين جي کيتن کي سڪايو هو.

رئيس بلاول کي باهه وٺي وئي ته هي ڪميڻا هاري مٿي تي چڙهندا وڃن. سو هنن کي ڌمڪائڻ ۽ سيکت ڏيڻ جي ارادي سان، پنهنجي ڳوٺ جي هاري سنگت جي اڳواڻ

ڪمال کي پنھنجي ڇاڙتن ھٿان مارائي ڇڏيائين. پوءِ تہ پنج
ھزار ھاري اچي ھن ڳوٺ ۾ ڪٺا ٿيا. رئيس پنھنجي بچاءَ
واسطي وڏا وڏا بندوبست ڪيا ھئا، پر پنج ھزار ھارين جو
ڪٽڪ ٿو مقابلو ڪري سگھي. ھن کي ڪيترا ڪيترا ڪيو
وين. ساڳي حالت سندس ڇاڙتن جي ڪئي وئي.



ھن تر ۾ ھڪڙي ايراني کي زمين ڏني وئي. ھو پنھنجي
برادريءَ جا ھاري وٺي اچي نڪتو ۽ ھتي جي اصلي رھاڪن
کي نڪري وڃڻ جو حڪم ڪيائين. ھو وڙھڻ واسطي بہ
تيار ٿي آيا ھئا. حالي تہ ھن ڪرد ديسي ھارين کي اگھاڙين
پيرين ۽ خالي ھٿين پڇاڙي ڪڍيو. پر ڏينھن ھاري سنگت
جي پندرنھن سؤ ھٿياربند فوج پھچي وئي. ايراني زميندار ۽
سندس آندل ھارين مان ڪنھن کي جيئرو نہ ڇڏيائون. ڪو
ھنن جا لاش کڻڻ بہ ڪونہ آيو. ڳيل ڏينھن تائين ڪجھن
پٽي ڪاڏا.

ان واقعي جو پڌي، تر ۾ جيڪي بہ پرڏيھي ايراني
زميندار ۽ ھاري ھئا ۽ ھتي ڳوٺ پڌي اچي ويٺا ھئا، سي
اٿين وٺي ڀڳا، جتن ڪاڙھ پڇي ڪاري ھيٺان. پر پرڏيھين
جو ھڪڙو ڳوٺ اڃا ويٺو رھيو. ھڪ ڏينھن ھاري سنگت
جي پنج ھزار ماڻھن بندوقن سان ان ڳوٺ تي ڪاھ ڪئي.
ھنن پھرين تہ مقابلو ڪيو، پر پوءِ اپڙي ڪونہ سگھيا.
ڪيترا مارجي ويا، باقي پانھون پڌي جيئدان گھريو. ھنن کي
وڃڻ ڏنو ويو. جڏھن ھنن جي گھرن جي تلاشي ورتي وئي،

تڏهن اتان بي انداز هٿيار، بندوقون، بارود ۽ بم هٿ آيا. اهو ڏسي، سنگت وارن کي پڪ ٿي ته هنن نمڪحرامن جو هتي جي اصلي رهاڪن تي حملي ڪرڻ جي ڪا سازش سٽيل هئي.



ڪيترن ڳوٺن کي بجلي منظور ٿي هجڻ ۽ ٿنڀا لڳي وڃڻ جي باوجود به بجلي ڪانه ٿي ملي. اهڙيءَ طرح ڪيترن ننڍن ڪاتيدارن کي ٽيوب ويل لاءِ درخواستن ڏيڻ ۽ مهنن جا مهنا پنڌ ڪرڻ جي باوجود، بجليءَ کان محروم رهڻو ٿي پيو. انهن پنهي حالتن ۾ بجلي نه ملڻ جو سبب اهو هو، جو بجلي واري انجنير رشوت ٿي گهري. هاري سنگت جا ڏهه سرويچ تيار ٿيا ۽ ان انجنير کي پڇاڻي هڪڙي ڳوٺ ۾، جنهن کي بجلي ملي چڪي هئي ڪٺي آيا. ان ڳوٺ جي چونڪ ۾، عام خلق جي آڏو، هن کي انهن بجليءَ جي اگهاڙين تارن، جن کي هن ناجائز ڪمائيءَ جو ذريعو بنائي رکيو هو، تي ٽنگي ماريو ويو. نتيجو اهو ٿيو جو هڪ هفتي اندر هن تعلقي جي مڙني منظور ٿيل ڳوٺن ۾ بجلي پهچي وئي ۽ ٽيوب ويل جي سڀني خواهشمندن کي گهر ويٺي سڀ سامان ۽ بجلي مهيا ڪري، ٽيوب ويل چالو ڪيا ويا.



جڏهن چونڊن جو وقت آيو، تڏهن رئيس شاهه محمد، جو اڳ ۾ هن تڪ مان اسيمبليءَ جو ميمبر هو، سو وري بيٺو. هن جي مقابلي ۾ هاري سنگت جو اميدوار سارنگ ٻهاريو

ويو. سارنگ جي اڳ ۾ حيثيت اها هئي، جو هن کي نه زمين جو ٽڪرو هو ۽ نه پنهنجو گهر. هو هڪ معمولي سرواڻ هو، ۽ رئيس شاهه محمد جهڙن زميندارن آڏو زمين تي وهڻ جي همت به نه ٿيندي هئس. انهن جي سامهون سارو وقت هٿ ٻڌي بيٺو رهندو هو. چونڊن جي نتيجي ۾ رئيس شاهه محمد جي ضمانت ضبط ٿي ۽ سارنگ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو.

يونين ڪائونسلن ۽ يونين ڪاميٽين ۾ جيڪو محصول ۽ چندن ذريعي پيسو گڏ ٿيندو هو، ان جو پورو حساب ڪتاب نه رکيو ويندو هو ۽ ان جو گهڻو حصو زميندارن ۽ ڪامورن جي کيسن ۾ پهچي ويندو هو. ساڳيءَ طرح اسڪولن، اسپتالن، مارڪيٽن ۽ رستن ٺاهڻ لاءِ هنن ڪائونسلن ۽ ڪاميٽين کي سرڪاري رقمون ملنديون هيون، تن مان به ٺيڪن جي لالچ ۾ وڏو حصو هي زميندار ۽ ڪامورا پاڻ ۾ ورهائي ڪري، هڙپ ڪري ويندا هئا. باقي ڪو ٿورو حصو انهن اڏاوتن تي خرچ ڪيو ويندو هو.

هاڻي هاري سنگتن، ڪائونسلن ۽ ڪاميٽين جي خرچ پکي جي جاچ پڙتال ۽ حساب ڪتاب ڪرڻ پنهنجي هٿن ۾ ڪيو. نتيجو اهو ٿيو، جو رشوتي ڪامورن ۽ بي ايمان زميندارن جي ڪمائيءَ جي هن ذريعي تي لت اچي وئي، ۽ هنن جون لچايون وائڪيون ٿي پيون.

هارين جي هنن انقلابي ڪاروائين جي جاچ لاءِ پوليس ايندي هئي. پر هنن کي نه شاهديون ملنديون هيون ۽ نه

شاهد هٿ ايندا هئا. اهي ڪارروايون ڪنهن جون شخصي
ڪارروايون ڪونه هيون. اهي هڙئي ڪارروايون گڏيل ۽
هجوم هٿان، پر پوريءَ رٿا ۽ ضابطي سان سنڌن هاري
سنگتن جي فيصلن ۽ حڪمن پٽاندر ٿينديون هيون.

هارين جي هلت چلت ۽ گفتگو مان ڪاٿو ٿيندو هو
ته انهن ڪارنامن ڪري، هنن کي گناهه جي ڇهنڊڙي ڪانه
ٿي پئي، هنن کي پشيماني ڪانه ٿي ٿي، هنن پاڻ کي غلط
ڪونه ٿي سمجهيو. هنن جو چوڻ هو ته اسان رڳو ويهه
پنجويهه ماڻهو ماريا آهن، ۽ اهي هئا به سچ پچ ظالم؛ پر
انهن زميندارن ته سوين سالن کان وٺي لکين ڪروڙين بيگناهه
۽ مظلوم هارين کي پئي خون ڪيو ۽ خون ڪرايو آهي.



مکڙي ان ٻير جي وڻ وٽ اچي ٿي. ڳاڙهن ٻيرن جي رت
آهي. وڻ، سائي لباس ۾ ۽ ٻيرن جي رنگارنگي مٺين سان
ڪنوار وانگر ٻهڪي پيو. مکڙيءَ سيني سرگرمين ۾ ڀرپور
ڀاڱو پئي ورتو آهي. هوءَ مانجهيءَ جي موت جو صدمو
برداشت ڪري وئي آهي، البت اهو وساري نه ٿي سگهي.
ڳچ ڏينهن هوءَ ويڳاڻي، منجهيل ۽ مايوس رهي. پوءِ هنگتي
۽ راڄنيتي هلچان ۾ جنبي وئي ۽ وڏيڪ اتساهه سان جاکوڙ
ڪرڻ لڳي. هي ٻير جو وڻ، هن لاءِ سدائين اتساهه جو
باعث بڻيو هو. هن وڻ هيٺ ويهي، هن مانجهيءَ سان انقلاب
جو ڳالهيون ڪيون هيون، هن وڻ جي واڍ مان ئي هن
انقلاب جي ماڪ جو مطلب سمجهيو هو، هن وڻ تي ٻورهئي

مان ٿي هن انقلاب جي وات ڏٺي هئي.

هن وڻ تي ڏٺي سيني ڪوٽ وارن ”گڏيل پورهيو“ ۽ ”گڏيل کيت“ جي راهه محسوس ڪئي هئي. بي انتها پئداوار حاصل ڪرڻ لاءِ سيني هن وڻ تي پنهنجي پورهئي جو زور لاتو هو ۽ اهي حالتون ڏٺيون هيون، جن هيٺ هو اڳين ڪري ٿي سگهيا. ۽ جڏهن ٻيرن جي پئداوار تمام جهجهي ۽ جام ٿي وئي هئي، تڏهن هنن ڏٺو هو ته شروع ۾ جو هنن کي پورهئي مطابق ٻيرن جو مقدار ملندو هو، هاڻي هنن کي ٻير پنهنجي پوري ضرورت جيترا ٿي مليا.

هن وقت مکڙي سوچي ٿي ته هاڻي هاري پنهنجي زمين جا مالڪ ٿي ويا آهن. هاڻي هو پنهنجي کيتي پوري محنت ۽ دلچسپيءَ سان ڪندا ۽ هنن کي پنهنجي محنت جيترو اجورو ملي ويندو. پوءِ جڏهن ”گڏيل کيت“ ٿيندا ۽ زمين تي مشينن، سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ جي ڀرپور مدد سان زمين جي پئداوار ڪئي ويندي، تڏهن هرچيز جي ايتري جهجهائي ٿيندي، جو هرڪو پورهيت پنهنجي ضرورت موجب اٿو، لٿو، اجهو ۽ زندگي ۽ سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ جا سڀ سک ماڻي سگهندو، جي هن وقت تائين رڳو پرمار طبقو ماڻيندو رهيو آهي. هن چاتو ٿي ته اهو جهجهائي وارو سرشتو، انسان لاءِ جهان ۽ جيون جي بلندين جو راهون کولي ٿو.

مکڙي ٻير جي وڻ جي چوٽين ڏانهن نهاري ٿي. هي وڻ آسپاس جي مڙني وڻن کان وڌيڪ اوچو ٿي ريو آهي ۽ ان جون بلنديون آڪاس کي ڇهي رهيون آهن.

هوءَ عورتن جي تعليم ۽ تنظيم تـي پورو توجهہ ڏئي رهي هئي. ڇوڪرين کي ننڍي هوندي کان ئي اسڪول ۾ وهارڻ جو جتن ڪندي هئي. عورتن کي شهرن ۾ وڃي ڪارخانن ۾ ڪم ڪرڻ لاءِ همٿائيندي هئي. عورتن جي تنظيم ۾، عورتن جـي نظرياتي ۽ عملي سکيا طرف خـاص ڌيان هوندو هوس. هوءَ هنن کي بار بـار ذهن ۾ وهاريندي هئي ته "پاڻ وٽ پورهئي جون بلنديون آهن، البت پنهنجي پورهئي جي ڦل تي قبضو نہ آهي. هـاڻي اهو قبضو ٿيڻ بہ شروع ٿيو آهي ۽ اسين اڳتي وڌنديون رهنديوسين."



هاڻي هاري سنگت جا لک جي لڳ ڀڳ ميمبر بڻجي چڪا هئا.

هڪ ڏينهن هاري سنگت جي ميڙ ۾ انقلابي ڪارنامن جي نتيجن تي غور ڪيو ويو. هي نتيجا سامهون آيا:

زميـنداري ظلم گهٽي ياڳي ختم ٿـي چڪو هـو. جن زميندارن جو وڏن شهرن ۾ ڪوڪاروبار هو، يا اتي بئنڪن جـام پيسو رکيل هئن، سـي وڃي انهن شهرن ۾ لڪيا ۽ ٽڪيا هئا. پيا زميندار عام هارين وانگر جيتري زمين کيڙي سگهيا ٿي، ان تي پنهنجي هٿن سان پوک پوکيندا هئا.

هارين کي جڏهن پڪ ٿي تہ پنهنجي پورهئي جي پوري ڪمائي سندن آهي ۽ بيدخليءَ جو انديشو نہ رهيو آهي، تڏهن هو وڌيڪ محنت ۽ چاهہ سان نئيءَ ني ڪم ڪرڻ لڳا، جنهنڪري فصل پيلا ٿيا ٿي، پيدائش وڌي هئي، هارين

جي اپت ۽ ڪمائيءَ ۾ واڌ ٿي هئي ۽ هو سگهيا آسودا ٿي ويا هئا.

گهڻا هاري ”گڏيل کيت“ جي اصول تي پاڻ ۾ سهڪاري ٿيا هئا ۽ زرعي مشينون خريد ڪري، زمين تي استعمال ڪرڻ لڳا هئا، جنهنڪري پيداوار ۾ تمام وڏو واڌارو ٿيو هو.

راشي ڪامورن ۽ ظالم پوليس وارن رشوت ۽ ظلم کان ڪان ٻان ڪئي هئي. ٽپيدار ايماندار ٿي پيا هئا، هنن ساري آباد ٿيل زمين رڪارڊ ۾ ٽي ڏيکاري ۽ پوري ڍل ٿي اگهاڙي، ان ڪري سرڪار جي آمدني تمام گهڻي وڌي هئي. ڏوهه گهڻو گهٽجي ويا هئا. جڏهن به ڪا واردات ٿيندي هئي، ته پوليس پهرين ان جي باري ۾ هاري سنگت جي پنچات سان صلاح مشورو ڪندي هئي، ۽ پوءِ ڪو قدم کڻندي هئي. گهڻا فيصلا ته پنچات ۽ پوليس اتي ئي ڪري چڏيندي هئي. ان ڪري ورلي ڪو ڪيس ڪورٽ تائين پهچندو هو.

زال مڙس جي جهڳڙن، ملڪيتن، خانداني دشمنين، چوريءَ چڪاريءَ ۽ عام شڪايتن جا راڄوڻي فيصلا، هاري سنگت جي پنچات ۾ ٿيڻ لڳا. انهن معاملن لاءِ پوليس، زميندارن ۽ ڪامورن وٽ ڪير ڪونه ويندو هو.

چوپائي مال جون چوريون توڙي عام چوريون گهٽجي ويون هيون. گهڻو ڪري هرڪو روزگار سان لڳل هو. پنهنجي محنت جي پوري ڦل حاصل ٿيڻ ڪري، هرڪنهن

کي ڪافي ڪمائي ٿي رٿي ۽ زميندارن جون پاٽاريون ختم ٿي ويون هيون. اناج جي سمگلنگ، جا زميندارن جي ذريعي ٿيندي هئي، تنهن کي پنجو اچي ويو، ان ڪري سستائي ٿي. انهن ڏسي سببن ڪري چوريءَ جو واقعو ڪو ورلي ٿيندو هو.

يونين ڪائونسلن ۽ ڪاموٽين تي هاري سنگت جو قبضو ٿيڻ ڪري، سرڪاري پيسي جو صحيح نموني خرچ ٿيڻ لڳو، ۽ ڪيترائي پڪا رستا، نيون عمارتون ۽ نيون اڏاوتون وجود ۾ اچي ويون.

وڏي ڳالهه ته هاري محسوس ڪرڻ لڳا هئا ته ”هيل تائين اسان پاڻ کي هيچ پئي سمجهيو آهي، تڇ پئي تصور ڪيو آهي، جيتامڙو پئي چاتو آهي، پتڪڙو پئي ليکيو آهي؛ پر حقيقت ۾ اسين ٽڪر آهيون، پهاڙ آهيون، هماليه جبل آهيون؛ بلڪ اسين انهن ڏونگرن کي ڏاري سگهون ٿا. اسين اهو به پروڙي ويا آهيون ته دولت، جيون جي سڀ کان وڏي سگهه نه آهي؛ انساني پورهيو ئي سڀ ڪجهه آهي. دولت فقط شين جي مٽاسٽا جو ذريعو آهي، ۽ پورهئي سان انسان پنهنجي تقدير بدلي سگهي ٿو.“

جن ماڻهن، هارين جي طوفاني هلچل سان ٽڪر کاڌو، سي ٽڪر ٽڪر ٿي ويا.

پڇاڙيءَ ۾ لطيف اني تقرير ڪئي:

”اسان، جو ڪجهه اڄ تائين ڪيو آهي، سو هارين ۽ پورهيتن جي ايڪيءَ جو نتيجو آهي، هارين جي پاڻ ۾ ايڪيءَ

جو نتيجو آهي، ڪڙمين ۽ ڪمين ڪاميين جي ڀڏيءَ جو نتيجو آهي.

”اسان ڪي هاڻي تعميري پهلو هٿ ۾ ڪيو آهي، اقتصادي ترقي ڪرڻي آهي، تعليم وڌائڻي آهي، علاج لاءِ اسپتالون کولڻيون آهن.

”اسان ڪي شهر ۾ پنهنجي پاڻرن جي مدد ڪرڻي آهي. هنن کي سامراجين ۽ سامراجين جي دلالن جي پرماريت ڪان بچائڻو آهي، اصلي سامراجين جو اڏو پٽائڻو آهي. پنهنجو ديس ڪردستان بچائڻو ۽ آزاد ڪرائڻو آهي.

”هاري ئي زمين جا مالڪ آهن. قومي انقلاب تڏهن ايندو، جڏهن ٻهراڙيءَ ۾ انقلاب ايندو، زميـنداري ختم ٿيندي، هاري زمين جو مالڪ ٿي ڪيتي ڪيڙيندو. انقلاب ڪا اڪ جي ماڪي نه آهي. سوپون سر گهرنديون آهن. صحيح انقلاب تڏهن ايندو، جڏهن ان جي اڳواڻي مزور ۽ هاري ڪندا.

”مان وري به چوندس ته انقلاب خود هارينءَ پورهيتن کي پاڻ آڻڻو آهي. زميندارن، جاگيردارن، سرمائيدارن، سياستدانن ۽ دولتمندن وٽان، سڌارن جي صورت ۾ جو ڪجهه کين ملندو سو وڌ ۾ وڌ خيرات هوندي، بلڪ ميلمگ هوندي، ڏيکاءُ هوندو، دوکو هوندو، مات ڪرائڻ خاطر وقتي رعايت هوندي، جنن ڪتي کي ڀؤنڪڻ کان بس ڪرائڻ لاءِ گهيي ٽڪر اڇلجي.

”سان دنيا جي هڪ وڏي انقلابي جناب مائوزي تنگ

جا، هي اعتماد وڌائيندڙ اکر ورجائيندس . هن چيو هو:
”لکين هاري تيز طوفان وانگر اٿندا. ان جي تيزي ايڏي تکي ۽ طاقتور هوندي، جو دنيا جي ڪابه طاقت ان کي روڪي نه سگهندي. هارين جي آزاديءَ جي راهه ۾ جيڪي به رڪاوٽون ايندڀون، سي پور پور ٿي ويندڀون. هو سامراجين، جنگ مچائيندڙن، راشي ڪامورن ۽ ڏيهي ظالمن کي سندن قبرن ۾ پهچائي ڇڏيندا.“
”ماٺوزي تنگ جا اهي لفظ اسان ۾ نئون روح ڦوڪين ٿا. پڇاڙيءَ ۾ مان اها ڳالهه توهان جي ڌيان تي آڻيندس ته اسان جي هيءَ بي ترتيب جنگ هئي، اسان جي هيءَ جذباتي جنگ هئي، اسان جي هيءَ بچاءُ واري جنگ هئي، اسان جي هيءَ جنگ رڳو پهرازيءَ ۾ هئي، پر ان جنگ اسان کي سکيا ڏني آهي، اسان کي تجربو ڏنو آهي، اسان ۾ خود اعتمادي پيدا ڪئي آهي، اسان جا حوصلا بلند ڪيا آهن، اسان کي اسان جي سچ تي هجڻ جو يقين ڏياريو آهي. شهرن ۾ اسان جي ڪرد قوم جي مزورن جي ڪافي مضبوط تنظيم ٿي وئي آهي. هاڻي انقلاب جي تڪميل لاءِ اسان مزورن سان گڏجي جاکوڙ ڪنداسين. اسان هاڻي تيار آهيون طبقاتي جنگ لڙڻ لاءِ، قومي جنگ لڙڻ لاءِ، طبقه تي آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ، قومي آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ.
اسين هاڻي پوريءَ تنظيم سان لڙنداسين، اسين هاڻي پوريءَ طاقت سان لڙنداسين، پوري ڪردستان ۾ لڙنداسين. هاڻي اسان کي وڏي جنگ وڙهڻي آهي، هاڻي اسان کي ڏکهي

جنگ وڙهئي آهي....“
پڌنڌڙن زور سان نعرو لڳايو:
”انقلاب....“
”سدا جيئي!“
”جيئي جيئي....“
”انقلاب!“

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڀُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڃوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيً e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طرح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهنـدڙ يا وِڙهنـدڙ ۽ پڙهنـدڙ بـہ ٿـي سگهن ٿـا. ٻيـن لفظن ۾پَـنَ ڪا خُصوصيِ ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪـن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتـي بنيـادن تـي بـہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَـنَ پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمـائي، رُڳو پَـنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اٽجاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)